


# ڀٽائي - ١

تحقيقي جرنل


- تنوير عباسي
- ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو
- ملڪ نديم
- ادل سومرو
- محمد علي حداد
- اياز گل
- قاسم ملڪ
- ايس سيواڻي
- اُرشاد سومرو

# ڀٽائي – ١

سنڌي شعبي پاران تحقيقي ۽ علمي مقالن جو مجموعو

# ڀٽائي - ١

تحقيقي جرنل

پهريون ڪتاب






**سنڌي شعبو**

شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور سنڌ.

- صنف : سنڌي ادب تي تحقيقي مقالا
- ڇاپو : پهريون -- جولاءِ ۱۹۹۱ء
- ڳاڻيٽو : هڪ هزار
- ڪمپوزنگ: عبدالقادر مرزا. ٽيبو گرافڪ سينٽر ڪراچي.
- ڇپائيندڙ: ملڪ نديم/ اياز گل
- پاران- سنڌي شعبو. شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور سنڌ.
- ڇپيندڙ: پوپٽ پريس، مال روڊ خيرپور سنڌ.
- ٽائيٽل ڊزائننگ ۽ لي آئوٽ : اياز گل

---

**ملهه: ۳۰ رپيا**

---

**BHITAEE (Research Journal)----- First**

---

- Research papers on Sindhi Literature
- EDITION: FIRST (JULY 1991)
- COPIES: ONE THOUSAND
- PUBLISHERS: DEPARTMENT OF SINDHI
  SHAH ABDUL LATIF UNIVERSITY, KHAIRPUR, SINDH.
- PRINTERS: POPAT PRESS MALL ROAD, KHAIRPUR, SINDH.
- TITLE DESIGN: .....& ......LAY- OUT: AYAZ GUL
- EDITORS: MALIK NADIM
  AYAZ GUL

# سٽاءُ

## سوچون

# ايڊيٽوريل

شاهہ عبداللطيف يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي پاران، هي پهريون پٽاڻي تحقيقي جرنل ظاهر ڪندي اسانکي نهايت گهڻي خوشي ٿي رهي آهي، هي جرنل گهڻو وقت اڳ نڪرڻ گهرجي ها، ڇاڪاڻ تہ هن جرنل جي منظوري اڳوڻي وائيس چانسلر جناب محمد ابراهيم شاهہ بخاريءَ ڏني هئي، پر استادن ۽ اديبن کان مواد حاصل ڪرڻ ۾ ڪافي دير ٿي وئي. سنڌ توڙي ملڪ جي مشهور اديب ۽ دانشور ۽ اسانجي موجوده لائق وائيس چانسلر سائين حميد سنڌي صاحب، هتي اچڻ ڪانپوءِ نہ رڳو، تحقيقي جرنل جي اشاعت بابت اڳين منظوري بحال رکي، پر ڇپائيءَ جي ڪم کي جلد اڪلائڻ لاءِ هر طرح سان اسانکي همٿايو پڻ. جو تہ کين هميشہ تاريخي ۽ ياد گار شيون ميدان تي آڻڻ ۾ وڏيڪ شوق ۽ چاهہ آهي.

اسان (مان ۽ اياز گل) باقي مواد حاصل ڪرڻ جي ڊڪ ڊوڙ ۾ لڳي وياسون. سيمسٽريسٽن، ساليانن امتحانن ۽ شعبي جي ٻين اهم ۽ ضروري ڪمن ڪارين سبب وري بہ ڪجهہ دير ٿي وئي، بهرحال اسان ڪوشش ڪري مليل مواد مان بهترين تحقيقي مضمون ۽ مقالا چونڊي پڙهندڙن آڏو پيش ڪري رهيا آهيون. اسانجي پورهئي جو ڪيترو قدر ٿئي ٿو ۽ ڪيترو قبول پوي ٿو. اهو استادن، اديبن ۽ اسڪالرن تي ڇڏيل آهي. هن تحقيقي جرنل "پٽاڻيءَ" جي مواد جي چونڊ کان وٺي، پروف پڙهڻ، ٽائيٽل ٺهرائڻ ۽ جرنل جي آخري چڪاس ۽ گهرج پوري ڪرڻ تائين، سائين حميد سنڌي، محترم تنوير عباسي، محترم رسول بخش شيخ، دوست اياز گل ۽ قاسم ملڪ جي صلاح ومشورن، محبت سان محنت ڪرڻ ۽ جرنل جي اشاعت ۾ هر طرح سان هٿ ونڊائڻ جو عمل ساراهہ جوڳو آهي.

آخر ۾ مان سائين حميد سنڌي (وائيس چانسلر) جو خاص طور تي ٿورائتو آهيان، جو هن صاحب ذاتي دلچسپيءَ جو مظاهرو ڪندي، هر قسم جي همت افزائي ڪئي. ساڻ ڏنو ۽ سهڪار ڪيو.

**ملڪ نديم**

۲-۹-۱۹۹۱ع

**سنڌي شعبو**
شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي
خيرپور سنڌ.

تنوير عباسي

# ساڃن، سونهن، سُرت

هتان ڪٿي هُت، جن رکيو سي رَسيون.
ساڃن، سونهن، سرت، وڪان ئي ويجهو گهٽو.

مٿين بيت ۾ شاهه لطيف هتان ڪٿي هُت رکڻ جي ڳالهه ڪئي آهي. هتان ڪٿي هُت رکڻ جو مطلب آهي، Status-quo مان مطمئن نه رهجي، ۽ اڳتي وڌجي. انجو مقصد آهي سماجي تبديلي سماجي ارتقا. سماجي اوسر، ۽ جي ان ريت آهستي آهستي ارتقا ٿيندي رهي، ته سچڻ، يا مقصد، جنهن کي شاهه سائين، سونهن ۽ سرت ٿو سڏي، اهو هڪ وک ڪان به وڌيڪ ويجهو آهي.

شاهه سائينءَ جو ماڳ جو تصور ساڃن، سونهن ۽ سرت آهي. يعني .beauty, love ۽ Wisdom – رڳو سونهن نه-چوته سرت کانسواءِ سونهن بي مقصد لذت پسندي ٿيو پوي. ان ڪري شاهه لطيف سونهن سان گڏ، سُرت جو لفظ به ڪتب آندو آهي.

شاهه لطيف وٽ زندگيءَ جي سڄي جدوجهد Status-quo کان اڳتي وڌڻ اهو به هڪ ڏس / ڏسيءَ ۾. ساڃن. سونهن ۽ سُرت جي طرف هلڻ ۾ آهي.

اهو اڳتي وڌڻ جو واضح تصور هڪ ٻئي بيت ۾ آهي:

لَڙ مَ لاڙائو ٿيو، گُهتون گوهيون ڇڏ
لڏو لاهه مَ لڏ، ته ڳاڙهي سچ ڳالهه پڙين.

هتي "ڳالهه مڙڻ" يا مقصد حاصل ڪرڻ جو تصور "ڳاڙهو سچ" آهي. پر ان ڳالهه مڙڻ لاءِ، لڏو لاهي، ويهڻو ناهي. مسلسل اڳتي وڌڻو آهي، سواءِ ڪاڏي لڙڻ جي يا گُهتن گوهين هٽڻ جي. هن بيت ۾ شاهه ڏسيءَ Direction کي چٽيءَ ريت

پڌرو ڪيو آهي، ته مقصد ڏانهن مسلسل اڳتي وڌڻو آهي. هڪ ني ڏسيءَ ۾.

ان ڳاڙهي سچ، جي اهڃاڻ کي وڏيڪ چٽائي سان سُر مومل راڻي جي هن بيت ۾ بيان ڪيو اٿائين:

سچ سياڻي جا ڪري، سانئي ساميءَ روءِ،
اچي ٿي عطر جي منجهان مگٽ بـــوءِ،
سا ڏيکاريهون جوءِ، جتان لاهوتي لعل ٿنو.

هن بيت ۾ شاهه لطيف، ساميءَ جي روءِ لاءِ، سياڻي جي سچ جي تمثيل ڪتب آندي آهي. شاهه جو سامي، سياڻي جي سچ وانگر مستقبل جو پيامبر آهي.

شاهه لطيف ڪڏهن به Status-quo کان مطمئن نه رهيو آهي. هر سڄاڻ شاعر پنهنجي دور کان مطمئن نه هوندو آهي. هو سماج کي اڳتي وڌندو ڏسڻ چاهيندو آهي. هو سماج ۾ نت نيون تبديليون چاهيندو آهي. هو ارتقا پسند ۽ ترقي پسند هوندو آهي. هو وقت جي وهڪري سان وهڻ، جهڙو واءُ لڳي تهڙي پٽ ڏيڻ، يا پنهنجي چوڌاري موجود ماحول کان مطمئن ٿي، چپ ٿي وهڻ بدران ان جي خلاف انقلابي قدم کڻڻ چاهيندو آهي.

اڪ- اُلٽي ڏار، ونءُ ابتو علم سين،
جي لهوارو لوڪ وهي، تون اوچو وهه اوپار،
منجهان نوچ نهار، پر پٽيرو پرينءَ ڏي.

شاهه لطيف هتي هر ڪنهن عمل لاءِ عام پسند، يا موجود ماحول جي خلاف وڃڻ جي صلاح ٿو ڏئي. لوڪ سدائين لهوارو وهندو آهي، پر جن شخصن کي اڳواٽي ڪرڻي آهي، انهن کي اوپارو وڃڻو پوندو. ان ۾ وڏيڪ تڪليف آهي، جو ته اهو عام پسند جو طريقو ڪونهي، پر هتان ڪٺي هٿ رکڻ لاءِ اهو ضروري آهي، نه ته، نه "ڳاڙهي سچ ڳالهه مڙندي،" ۽ نه

"ساڄن سونهن سرت" جو مقصد حاصل ٿيندو.

پر ضروري نہ آهي، تہ ان مقصد واري پنڌ ۾ تڪڙ ڪجي. تاريخ اڳتي هلندي آهي. سماجي، ارتقا جي پنهنجي رفتار آهي. ان رفتار کي اجايو تيز ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪجي. ڇو تہ اها Adventurism ٿيندي، ان ڪري:

سنو ڪوهہ ڪري سيڪا، تون کهي ڪٺج وڪ
تاڻج منجها تڪ، تہ پنڌ پاسي پر نبري.

بيا پلي تڪڙو وڃن، پر تون رڳو وک کڻندي هل. هتان کٿي رڳو هت رک. پر تاڻ تک مان هجي. مقصد سان سچائي هجي. تہ پنڌ نبري ويندو. ضروري ناهي تہ اُبهرائي ڪجي.

هاڻي انهيءَ " ساڄن سونهن سرت" جي تلاش ۾، جيڪو وڪان ئي ويجهو آهي، سڀ تہ ساٿ نہ ڏيندا. ڪير آهي جيڪو لهواري کي چڙهي اوڀارو وهندو. ڪير آهي جيڪو Status-quo کان بغاوت ڪري پاڻ بہ اڳتي وڌندو، تہ تاريخ کي بہ اڳتي وٺي ويندو. اتي رڳو سورائتي ويندي، اها سورائتي، جنهن کي سور هوندو، جنهن کي درد هوندو. ان کان سواءِ سڀ Status- quo جا حمايتي ٿي عيش ڪندا. پر شاهہ لطيف چوي ٿو:

پيڙي پنڌ پهار، سورائتي سندرو،
ڏُنگر توهان ڏار، ڪانہ ڏوريندي ڏک سين.

تہ سندرو رڳو سورائتيءَ کي ٻڌٿو آهي درد واري کي ٻڌٿو آهي. اهل دل کي ٻڌٿو آهي. ڇو تہ ان کان سواءِ ڪوبہ نہ آهي، جيڪو اهي ڏونگر ڏورڻ جون تڪليفون سهي. ڇو تہ لوڪ تہ لهوارو ٿو وهي. پر ان جدوجهد ۾ اڪيلوني وڙهٿو آهي. هيڪلياني هيل، پورينديس پنهونءَ ڏي،

آڏا ڏونگر لڪيون، سوريو سجڻ سيل،
نہ ڪر ٻيلي آهن ٻيل، سُور پريان جا ساڻ مون.
۽ جي انهي جدوجهد ۾ ٿڪجي ساٿو ٿي پنجي،
ڇڪي ساٿو ٿي ويجي، تڏهن بہ هلندو هلجي،
ٿڪياڻي ٿر ٿيل ڇڪياڻي چڙهہ چوٽيون.

پر اها سماجي اوسر واري تحريڪ، ننين ٽهي ني آئيندي آهي. انهن جي جواني، جذبو، جوش ۽ ولولو ٿورا ڏينهن هوندو آهي، پر تڏهن بہ عمر جو اهو حصو، اها وهي، سڀ ڪان ڪارائتي هوندي آهي. ان کي ننڊون ڪري ضايع نہ ڪجي.

سرتيون جي مان وسهو،
ننڊ نہ هيريو نيڻ،
جو پن بہ ٿي ڏينهڙا.
راتيون جاڳن جي،
سي آئون ڪندي سيڻ،
جوين بہ ٿي ڏينهڙا.

شاهہ لطيف جا سيڻ اُهي آهن، جيڪي راتيون جاڳن ٿا، جن جي نيڻن کي ننڊ جي هير نہ آهي. چو تہ:

جڏهن ستيون جي، پٽر پير ڊگها ڪري
تڏهين تني کي، ساٿ ستي ئي ڇڏيو

ساٿي
ڪنهن لاءِ ڪون ترسندا۔ اڳتي وڌندا ويندا۔ جيڪي ستا رهندا اهي اتي ني رهجي ويندا۔ ساٿ اڳتي هلندو رهندو ٻيڙيا تا ٻيني، تو نہ ڦبنديون ڳالڙيون، سجيون راتيون سمهين، پر سڪاڻ ڏيني صباح سييني، پار پڇندءِ خبرون.

پر اهو رستو، اها واٽ انوکي تہ آهي، پر ان تي هلڻ سر جي سٽ آهي.

اڄـا تـو منجهـاءِ، ڪـڪـ ڄـتـي رت نـڪـري،
منهن تي محبوبـن جـا، ڪيـنـن جهلينديـن ڳهاءَ،
تہ پوءِ ڪـجـاڙيـاءَ، سـڪـڻ جـون سـڏون ڪـريـن.

سڪڻ ايءَ نہ سڏ، جو ڪليو ڪايـــو سمهين،
پٺي پـريـان جـي نہ ٿيبن، مٿي اگـڻ اڏ.

اها واٽ منصـور حـلاج جـي واٽ آهـي
اهـا واٽ شاهہ عنـايت جـي واٽ آهــــي.
اها واٽ سـرمــد جــي واٽ آهـــي.
سوريءَ سـڏ ٿـئـو، ڪـا هلنـدي جيـڏيـون
وڃـڻ تـن پيـو، نالـو نينهن ڳنهن جـي.
انهيءَ واٽ جـو انت اتـي ٿئـي ٿـو، جـتـي
سچ، سونهن ۽ سرت، آهي، جتي ڳاڙهي سج ڳالهہ مڙڻ، جو
هلاچو هل آهي، جتي ساميءَ جي روءِ سياڻي جي سج جهڙي
آهي ـــ جيڪو روشن مستقبل آهي.
نہ ڪـا جهـل نہ پـل، نڪـو رانـر ڏيـهہ ۾،
آٿيـو وجهـن آهـريـن، روڙي رتـا گـل،
مـارو پـاڻ امـل، مليـرون مـرڪٿـو.
جتي ڪابہ جهل پل نہ آهي. نہ ڪوئي پرمار آهي. جتي
رتا گل ايڏا تہ گهڻا آهن جو ان سان آهر پرجي ٿا وڃن ـــ جتي
ملڪي ماڻهو (مارو) امل آهن، ۽ سندن ملڪ فخر لائق آهي.
پر شاهہ لطيف اتي بہ انت نہ ٿو ڪري ـــ ڇو تہ ارتقا
يا اوسر جو ڪو بہ انت ڪونهي. ڪابہ انتها ناهي.
نہ ڪا ابتدا عبد جي نہ ڪا انتها. انهي سچ، سونهن ۽
سرت، جي تلاش ازلي ۽ ابدي آهي. هر ماڳ، هڪ نئين ماڳ
جي سفر لاءِ شروعاتي سراءِ آهي. ڇو تہ:
نہ ڪو سنڌو سور جو، نہ ڪو سنڌو سڪ،
عـدد نـاهي عشق، ڀُڄائي پاڻ لهي.

ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو

# پٽائي جو علامتي شعور .

فرانس ۾ علامتي شاعري جي شروعات بودلنير کان ٿئي ٿي پر علامتن کي مطالعي ۽ علم جي حيثيت فرائڊ بخشي. بودلنير هن ڪائنات کي اهڃاڻن جو جهنگل سڏيو آهي.(١) فرائڊ ا نسان جي دماغ ۾ علامتن جي جنهگل جي نشاندهي ڪئي .

بودلنير جي ادبي روايت جو مصنوي رنگ فرائڊ جي نفسياتي ماهرن سان گهاٽو واسطو رکي ٿو. انهن ٻنهي جو دارومدار علامتن تي آهي. بودلينر جو مجموعو بدي جا گل انساني زندگي ۽ تجربن کي سمجهڻ جو ذريعو آهي. فرائڊ ٻه ساڳئي روايت تي هلي، انهيءَ نتيجي تي پهتو ته انساني زندگي ۾ سچي تبديلي اندر مان ئي پيدا ٿئي ٿي.ان ڪري هو حقير شيءِ کي ٻه بي معنا نٿو سمجهي . ويهين صدي جي انسان جو وڏو مسئلو پنهنجي حقيقت کي تسليم ڪرڻ آهي. حياتياتي عنصر جو دارومدار شعور تي آهي .۽ انساني شعور جو هجڻ ڏک ۽ سور جي حاصلات جو سبب آهي. پر انهن نفسياتي ماهرن جي بنياد تي جيڪو انساني شرف حاصل ٿئي ٿو، ان کي صوفي عرفان سڏين ٿا.

فرائڊ چويٿو علامت ئي دبيل تصادم جو نشان آهي ۽ ان جي معنا کي تحليل ۽ تجزئي سان قابو ڪري سگهجي ٿو.مگر ژونگ چواٿي آرڪي ٽائيپل علامتون انسان جي علامتي لاشعور سان واسطو رکن ٿيون ۽ انهن جي معنا کي سمجهڻ ڏکيو آهي (٢) فرائڊ لاشعور ۾ دبيل زندگي جي هر حقيقت ۽ اصليت جو ظهور علامتن ۾ ڏٺو آهي ۽ انهن علامتن جي فهم لاءِ تجربي ۽ تجزئي جو قائل آهي. جڏهن ته ژونگ انهن تائين رسائي کي ناممڪن سمجهي ٿو.پر حقيقت ۾ فرائڊ ۾ انساني زندگي جي

حقيقت کي ميڻ جي همت ۽ ڏک سور واري حياتي سان منهن مقابل ٿيڻ جي سگهه آهي آرٽ ۾ شعور جي دخل بابت ايلٽ چوڻيو "منجهس شعور کي گهٽ ۽ لاشعور توڙي تحت الشعور جو وڌيڪ دخل آهي. زندگي ۽ عمل شعور کان شروع ٿي لاشعور ڏانهن ويندو آهي ۽ آرٽ ان جي ابتڙ لاشعور وٽان ايندو آهي.(٣) ان ڪري علامت نگارن جو چوڻ آهي ته امنگن، احساسن، جذبن ۽ تصورن کي اهڙي ريت بيان ڪجي جو انهن جي ڄاڻ ته حاصل ٿئي پر اهي چٽي ريت بيان ٿي نه سگهن. فرائڊ جي پوئلڳ نقادن اديبن جي چند ڄاڻ به سندن تخليق جي لفاظي کي سامهون رکي ڪئي .فرائڊ لاشعور جي پيروي ڪرڻ کي ترجيح ڏي ٿو شادي ۽ پيشي جي لحاظ کان به هو تقدير سان مقابلي ڪرڻ کي مردانگي ڄاڻي ٿو .

محمد حسن عسڪري لکي ٿو ته فرائڊ انسا ن کي مشين نٿو سمجهي ۾ هن جي قوت ارادي کان به انڪاري آهي. البتا کيس اهو گوارانا هي ته انسان زندگي جي ڏک ۽ درد کان اکيون ٻوٽي، خوشين جا اهڙا خواب ڏسي، جيڪي ڪڏهن به پورا نه ٿين . (۴)

مگر جن نقادن ژونگ جي نظرئي کي سامهون رکي اديبن جي ڪاوشن کي پرکيو،تن ادب جي اندروني عنصرن جي نشاندهي ڪري ثابت ڪيو ته اديب جو رشتو انسان جي اجتماعي لاشعور سان آهي. انهن فرد جي بجاءِ اجتماعي طور انساني قدرن جو جائزو ورتو،اهڙي ريت جيڪو ادب اسري ٿو،اهو هنگامي واقعي جو نتيجو ڪونه هوندو آهي بلڪ اهو اجتماعي لاشعور سان ڳنڍيل هوندو آهي. انڪري علامتن جون معنائون لغت جي ڪتابن بجاءِ شاعرن ۽ اديبن جي لاشعور ۾ هونديون آهن. شاه عبداللطيف ڀٽائي جي علامتي شاعري اهڙي آفاقي قدرن جي حاصل آهي جنهن ۾ قدرت جي حادثاتي تصور کان هٽي ، خير ۽ محبت جي تصور کي سامهون رکيو ويو آهي.

معلوم ٿيو ته علامت نگاري جو تعلق حياتياتي اظهار کان

وڏيڪ نفسياتي ۽روحاني نوعيت جو هوندو آهي. ڏسڻو اهو آهي ته حياتياتي پهلو ڪان وڌيڪ جيڪو نفسياتي پهلو علامت جي واضح اظهار لاءِ ضروري آهي، ان کي ڪيئن سمجهي.

جئين ته "دونهــون" نشــاني آهي ("باه") جي هي آهي شيءَ جو حياتياتي عنصر پر اهو غلط به ٿي سگهي ٿو. پر علامت ۾ اهڙي قسم جي غلطي جو ڪو قسم ڪونهي. ڇو ته جڏهن ڪو شاعر يا اديب ڪنهن علامت کي استعمال ڪندو آهي ته انهن مان ڪو مخصوص مفهوم ،حقيقت يا نفسياتي ڪيفيت مراد هوندي آهي۽ هو حياتياتي يا طبي پهلو سان بحث نه ڪندو آهي .مثال طور شاه لطيف سر سسئي ۾ لفظ (ڏير) استعمال ڪري ،علامت جي حياتياتي مفهوم مطابق يعني مڙس جي ڀائرن ڏانهن اشارو ڪيو آهي. پر لطيف جو ڪنهن جي مڙس جي ڀائرن سان ڪو ڪم ڪونهي. شاه صاحب پنهجي قاريءَ جي ذهن ۾ جنهن حقيقت کي منتقل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو اها آهي (ناروا دشمني ) يا اهڙي دشمني جنهن جو حقيقي بنياد ڪونهي ۽ اهڙي روشن حقيقت ٻين نگاهن ۾ قابل مذمت شيء آهي .انهيءَ سلسلي ۾ ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو لکي ٿو. "شاعري واري اهڃاڻ جي باري ۾ وڏي ۾ وڏي ڳالهه آهي، اهڃاڻ جي مجيل حيثيت مقرر ڪرڻ جي . ان لاءِ ڪجهه مثال ڏنا اٿس ،مثال طور شاه لطيف سائين وٽ. (ا ٺ) ويري جو اهڃاڻ آهي. آءُ نه گڏيس پرين کي. تون ٿو لهين سچ . (٥) گهڙو ظاهري وسيلن جو اهڃاڻ آهي ۽ اهڙي ريت شاه جو سچو شعر انهن اهڃاڻن تي ٻڌل آهي.

حقيقت ۾ اهي سڀ حياتياتي پهلو آهن.پر جئين ته مان مٿي عرض ڪيو آهي ته شاعر انهن جي حياتياتي پهلو سان بحث نه ڪندو آهي، بلڪ اهو مٽ، روايتن ۽ اعتقادن جي اوٽ ۾ هڪ آفاقي حقيقت جو اظهار ڪندو آهي . سچ گهڙو ۽ ا ٺ

ظاهري وسيلا آهن پر لطيف سائين جو انهن ظاهري وسيلن کان گهڻو مٿي ۽ هڪ جدا گانہ حقيقت ڏانهن اشارو آهي. ٻوهيو صاحب بہ ساڳئي مقصد لاءِ اڳتي هلي چوي ٿو تہ "هن معنيٰ جو تعلق انهي مٽ سان آهي جنهن کي تاريخ ۽ داستان جي سماجي حيثيت اڳم ني مليل آهي. (٦) ساڳئي ريت ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکيٿو، "هڪ سالڪ هميشہ خدا جي رحمت جو طالب هوندو آهي. لطيف پڻ پاڻ کي مختلف سالکي ويسن ۾ ظاهر ڪيو آهي صوفي لفظ تہ اسان وٽ مروج آهي پر ان کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترائي نالا ان مقصد لاءِ ورتا ويا آهن. جيئن يوگي وغيره . لطيف سر رام ڪلي ۾ سچ جو متلاشي هڪ يوگي ٻڌايو آهي ۽ ساڳئي طرح مارني جو رشتو وري ڪيت سان ڏيکاريو آهي. (٧) جيئن آءُ مٿي چئي آيس تہ لطيف سائين جو ڪنهن بہ حياتياتي پهلو سان واسطو ڪونهي ،پر هو هڪ اصلي حقيقت ۾ سچ جي تلاش ۾ هڪ يوگي جي علامت استعمال ڪري پنهجو مقصد بيان ڪري ٿو.

انهي بحث کي اڳتي وڌائيندي علامت نگاري جي هڪ ٻئي انتهائي مخصوص پهلو کي ڏسنداسون تہ معلوم ٿيندو تہ انسان جتي مادي شين جو احساس رکيٿو، اتي روحاني (سچائي ) پهلو ڪيس پستين کان بلندين تائين وٺي ويندو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ان حاصلات لاءِ حياتياتي پهلو جي قرباني (ٻيٽا ) ڏيڻي پوي ٿي انساني عظمت جو راز بہ انهيءَ ۾ آهي تہ عظيم تر يابين الاقوامي مقصدن لاءِ هر ڪنهن قسم جي محدود ۽ مادي خوشي کي ڪهوري ڦٽو ڪجي لطيف سائين ان پهلو کي سر سهڻي ۾ واضح نموني پيش ڪيو آهي .

(١) گهڙو ڀڳو تہ گهوريو ، مرچور ٿئي چوڙو (سهڻي :-١--١٧)
(٢) گهڙو ڀڳو تہ گهوريو ، پاٿان هو حجاب.(سهڻي :-١--١٩)
(٣) گهڙو ڀڳو تہ گهوريو ،تان ڪي تر هنيان .(سهڻي :-١--٢٠)
(۴) گهڙو ڀڳوتہ گهوريو ، اسرم لاهيج ،(سهڻي :-١--٢١)

(٥) گهڙو پڳو منڌ مني، وسيلا ويا (سهڻي :-١--٢٢)

مٿين بيتن مان ا هو نڪتو بہ ظاهر ٿئي ٿو تہ علامت نگاري جو هڪ د لچسپ پهلو هي بہ آهي تہ زندگي انسان جي آڏو ڪي اهڙا چئلينج پيش ڪري ٿي جنهن ڪي منهن ڏيڻ لاءِ انسان کي ڪڏهن ڪاميابي ڪڏهن ناڪامي ڏسڻي پوي ٿي. اهڙي موقعي تي هڪ حساس شاعر تي اهو فرض عائد ٿئي ٿو تہ هو پنهنجو قاري ۾ طاقت جذ بي ۽ قوت جو روح ڦوڪي جنين انسان زندگيءَ جي حادثن کي منهن ڏيڻ جي قابل ٿئي.

ڀٽائي صاحب اهڙي ابدي ، بامراد ۽ قوي علامتن کي سامهون رکي شاعري ڪئي جو تہ جڏهن شاعر جي نظر ۾ بلند ترين مقاصد آهن تہ پوءِ هو پنهنجي لفظن کي قوت شناسي خلوص ۽ جذ بي سان نہ فقط معنيٰ خيز بڻائي ٿو. پر اهي لفظ خود هڪ مستقل ۽ ٺوس علامتون بڻجيو پون ٿا .جيڪي هونءَ عام رواجي طور تي ڪا حيثيت نہ رکندا آهن .

سر سهڻي ۾ شاه سائين انسان کي اهڙي چئلينج جي مقابلي ۾ همٿائيندي چوي ٿو.

ڪنڌي ايون ڪيترين ساهڙ ساهڙ ڪن ،
ڪنين سانگو ساه جو ڪي گهوريس ڪيو گهڙن .
ساهڙ سندو تن، گهاگهائي گهڙن جي .

(سهڻي :-١-٩)

سر ڪيڏارو ۾ انسان جي ساڳي عمل کي اپاريندي لطيف چوي ٿو :

ڪربلا جي پڙ ۾ خيما ڪوڙيائون ،
جهيڙو يزيد سامهون ، جنبي جوڙيائون ،
منهن نہ موڙيائون ،پسي تاءُ ترار جو.

(ڪيڏارو :-٢-٤)

علامتن جو مقصد اهو بہ آهي تہ قاريءَ کي ابهام کان

بچائي،سڌو سنئون مقصد تي پهچائي. پڻ ڏٺي پنهنجي قاريءَ کي ڪنهن خاص مقصد ڏانهن رجوع ٿيڻ جي دعوت ڏي ٿو ۽ نڪي سندس مقصد ڪيس ڪنهن الجهن يا مشڪل ۾ ڦاسائڻ آهي. هونءَ به نفسياتي توڙي طبعي مسئلن جو حل علامتي اظهار جي ذريعن ۾ لڪل آهي. "زولف لنٽن چويٿو ته علامتن جي مدد سان هڪ ماڻهو لاءِ اهو آسان ٿي پيو آهي ته مسئلا حل ڪري ۽ ڪنهن نتيجي تي پهچي .(٨)
پٽائي انهيءَ ڪريني علامتن سان دوستي رکي ۽ پنهنجي شاعري ۾علامت جي عمل کي ضروري سمجهيو.

## حوالا ۽ مدد ڪتاب


(١) چارلس بودلينر :(فلاورس آف ايول ) لنڊن ١٩٢٢ع-٢٥
(٢) وزير آغا :(نئي تناظر ) آئينه ادبي چوڪ لاهور ١٩٨١ع ص ١٠١-
(٣) ابڙو بدر:(تنقـيـد نگاري ) سنڌي ادبي سنگت ڪراچي ١٩٨٥عص- ١٢٢
(۴) عسڪري محمد حسن (ستاره يا باد بان ) مڪتبه سات رنگ ڪراچي ١٩٦٢عص- ٩٢
(٥)ٻوهيو الهداد (ڊاڪٽر ) (سنڌي ٻولي جو سماجي ڪارج ) انسيٽيوٽ آف سنڌيالاجي ڄام شورو ٩٧٨ع ص- ٢٨٢
(٦) ----------ايضا --------- ص -٢٨٢
(٧) جوڻيجو عبدالاجبار (ڊاڪٽر ) شاه عبداللطيف اسپر يچوئل پرسپيشن ٿرو سمبلزم " ص - ٥٢
(٨) رولف لنٽن : دي ٽري آف ڪلچر نيو يارڪ الفريڊ ١٩٥٥ع ص- ٢٢

ملڪ نديم

# سچل سائين جا محقق ۽ شارح

## پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد حامي- (۱)

ڊاڪٽر عطاء محمد حامي، پر خلوص ۽ بي غرض عالمن مان هڪ هيو، جيڪو سچل سائينءَ جو بنا ڪنهن لالچ ۽ لوڀ جي مٺڙو مداح، محنتي محقق، سڪ جو سلامي ۽ حقي حامي هو. هن سچل وانگر، سچل متعلق سچ جا سڌڙا ۽ حق جا هوڪا ڏيني سچل سائينءَ تي روايتي انداز ۾ لکڻ وارن ۽ فقط عقيدت جو اظهار ڪرڻ وارن اديبن پاران، پاڻ تي ڪيل ڪافي گلا ۽ گارين جا حملا برداشت ڪيا، پوءِ به هو ڪلندو رهيو، مرڪندو رهيو "مٺڙا" چوندو رهيو ۽ حق لکندو رهيو، حامي صاحب علمي و ادبي ڪچهرين ۽ محفلن جو مقبول شخص به هيو ته وڏي واڪي سچ ۽ حق چوڻ ڪري سرڪاري روايتي اديبن ۽ شاعرن ۾ ذاتي پسند ۽ ناپسند جو به ڏاڍو شڪار رهيو.

پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ جڏهن سچل سائينءَ متعلق "ڪجهه غلط روايتون" جي عنوان سان مضمون لکيو ۽ پڙهيو ۽ ڇپايو ته اهو مضمون، تنقيد ۽ تحقيق جي بيٺل پاڻيءَ ۾ اُڇلايل پٿر ثابت ٿيو. ان مضمون تي سنجيدگيءَ سان غور ۽ ويچار ڪرڻ بدران حامي تي پٿرن جي بارش ڪئي وئي. ان مضمون جي ابتدا ۾ حامي صاحب لکيو ته: " ڏهن پندرهن سالن کان ڏسندو ٿو اچان ته سنڌ جي عظيم شاعر وڏي ولي حضرت سچل سرمست متعلق ڪجهه نادان دوست خوش فهميءَ سبب انهن جو غلط پر چار ڪري رهيا آهن" (سرمست ۱-۱۹۸۱ء صفحو ۴۸) ڏهن پندرهن سالن جي بيٺل پاڻي ۾ تحقيق جي پٿر سان چرپر پيدا ڪرڻ واري جو ته سلام ڪرڻ ڪپي ها، پر

اسانوڻ هميشه وانگر ان جي ابتڙ عمل ٿيو آهي.

حامي صاحب، ساڳي مضمون ۾ لکي ٿو ته: "ساڳي نموني سان حضرت سچل سائينءَ جي شخصيت ۽ ڪلام متعلق هڪ سازش ۾ چار غلطيون اچي وڃن ٿيون" (سرمست ۱-۱۹۸۱ صفحو ۴۸)

حامي صاحب انهن غلطين کي هن ريت پيش ڪري ٿو: "پهرين غلط ڳالهه اها آهي ته سچل سائينءَ جو ڪلام ڇهن جي بدران ستن زبانن ۾ آهي. ٻي غلط ڳالهه اها آهي ته پاڻ سنڌي زبان جا غزل گو شاعر آهن. ٽين غلط ڳالهه اها آهي ته سنڌي ادبي بورڊ مان شايع ڪيل سرائڪي ڪلام ۾ ڏنل پنجاهه اردو غزل بزرگ موصوف جو اصلي ڪلام آهي. چوٿين غلط ڳالهه اها آهي ته فارسي زبان ۾ هڪ سو چاليهه شعرن وارو نظم نما ڪلام بحر طويل سچل سائينءَ جي تصنيف آهي" (سرمست ۱-۱۹۸۱ صفحو ۴۸)

حامي صاحب چئني ڳالهين کي تحقيق جي بنياد تي دليلن سان غلط ثابت ڪيو آهي. جنهن کي هن وقت تائين پختي تحقيق جي بنياد تي ڪوبه رد نه ڪري سگهيو آهي. عقيدي پرستيءَ جو دور ختم ٿي رهيو آهي، ماڻهو سائنسي بنيادن، ثبوتن ۽ دليلن کي مڃي رهيا آهن. مونکي افسوس سان چوڻو پوي ٿو ته اڄ جيڪي اديب هر شيءِ کي سائنسي بنيادن تي پرکڻ جي دعوي ڪري رهيا آهن. اهي ڏهه پندرهن سال اهو پرک جو پٿر نه اپلائي سگهيا ۽ اهڙو پٿر اپلائڻ واري کي هو اڄ تائين صحيح مقام ڏيڻ لاءِ تيار ناهن. ان ڪري مان ادب دوستن کان پڇان ٿو ته سچل سائينءَ جي سچن، ايماندار ۽ بهادر محققن پروفيسر حامي ۽ ڪجهه ٻين اهڙن ليکڪن کي ڇڏي باقي ذاتي مفاد ۽ مراد جي پس منظر ۾ سچل تي لکڻ وارن کي ڪهڙي خاني ۾ رکجي؟

پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد حامي صاحب، اهڙن پختن تحقيقي بنيادن تي ٻيا ڪيترا مضمون ۽ مقالا لکيا، جن مان هڪ "سچل جي اردو شاعري" جي عنوان سان به آهي. جنهن ۾ به هن سچل سائينءَ جي اردو شاعري متعلق ڪافي روايتي ڳالهين تي پيل پردي کي هٽايو آهي. حامي صاحب جي رايي ۽ سوچ کي سندس مدلل تحقيقي مضمونن "ڪجهه غلط روايتون" ۽ "سچل جي اردو شاعري" کي مڪمل طرح پڙهڻ سان ئي سمجهي سگهجي ٿو. ان ڪري هر ادب دوست ۽ سچل جي مداح کي اهي مضمون ضرور پڙهڻ گهرجن ۽ پوءِ حامي صاحب ۽ سچل جي ٻين ليکڪن تي رايو قائم ڪرڻ گهرجي.

پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد حامي پنهنجي مضمون "ڪجهه غلط روايتون" ۾ سچل سائينءَ ڏانهن منسوب جن چئن غلط ڳالهين جي نشاندهي ڪئي آهي انهن مان پهرين غلط ڳالهه ته: "سچل سائينءَ جو ڪلام چئن جي بدران ستن زبانن ۾ آهي" جي متعلق حامي صاحب جو چوڻ آهي ته: اها ڳالهه بنا ڪنهن دليل ۽ سند جي هلائي وئي آهي. ڪنهن به پراڻي ۾ پراڻي سچل جي رسالي يا سچل متعلق لکيل ڪتاب ۾ لکيل ناهي ته، سچل هفت زبان شاعر هيو ۽ واقع ڪنهن به ٿنين رسالي ۾ سنڌي، سرائڪي اردو ۽ فارسي زبان جي شاعريءَ کان سواءِ ڪنهن ٻي ٻولي ۾ سچل سائينءَ جي شاعري ڪونهي.

حامي صاحب پنهنجي ساڳي مضمون ۾ پهرين غلط ڳالهه کي غلط ثابت ڪرڻ لاءِ لکي ٿو ته: "پهرين دعويٰ راڻيپور ۾ سچل ڪاليج کلڻ کان اڳ ڪنهن به اديب عالم يا بزرگ جي معتقد نه ڪئي آهي. مرزا علي قلي بيگ پهريون بزرگ آهي، جنهن سچل سائينءَ جي سنڌي، سرائڪي ۽ ريختي (اردو) ڪلام تي قلم ڪنيو آهي. ان به سچل سائينءَ کي ستن زبانن جو شاعر نه سڏيو آهي. ان کان پوءِ وڏي معتقد اديب، آغا غلام نبي، سچل

سائينءَ تي هڪ ضخيم ڪتاب لکي ٻه اهڙي دعوي نه ڪئي آهي. مرحوم آغا عبدالنبي ٻه چڱيءَ طرح مڃيندو هو ته، سچي سائينءَ جو ڪلام صرف ڇهن زبانن سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي ۾ آهي. هڪ فقيرياڻي عرف نماڻو فقير ٻه پنهنجي تحقيقي ڪتاب ۾ سنڌس هفت زبان هجڻ جي دعويٰ نه ڪئي آهي.

(صفحو نمبر ۴۹ سرمست ۱- ۸۱ء)

حامي صاحب سچل متعلق هفت زبان شاعر هجڻ واري دعويٰ کي نسورو ڪوڙ، ڏٺو ۽ ڏکو قرار ڏنو آهي. هو ساڳي مضمون ۾ ڄاڻائي ٿو ته: " اهو گپوڙو هڪ دوست سچل ڪاليج راڻيپور ۾ هڪ تقرير ذريعي هنيو هو ۽ ان جو مقصد صرف پنهنجي ولي نعمت کي راضي ڪرڻ هيو. اهو گپوڙو فقط پندرهن سالن کان پڙاڏي جي صورت وٺي سنڌ جي فضا ۾ گونجندو رهي ٿو." (سرمست ۱-۸۱ صفحو نمبر ۴۹).

هن وقت تائين منهنجي ذاتي مطالعي ۾ سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي ڪلام کانسواءِ سچل جو ڪنهن ٻي ٻوليءَ ۾ هڪ ٻه شعر نه گذريو آهي.

مان حامي صاحب جي سچل سائينءَ متعلق هفت زبان شاعر هجڻ کان انڪار کي سامهون رکي، ڏاڍي ڏيان سان سچل سائينءَ جي شاعري جو مطالعو ڪري رهيو آهيان، پر اڃا تائين مان سنڌس ڇهن زبانن کان وڌيڪ ڪنهن ٻه ٻي ٻوليءَ ۾ شعر نه پڙهيو آهي، ان ڪري مان سدائين حامي صاحب جي خيال سان متفق رهيو آهيان.

حامي صاحب پنهنجي ساڳي مضمون ۾ ٻي غلط ڳالهه بابت وضاحت ڪري ٿو ته: "ٻي دعويٰ موجب سچل سائين سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ۾ غزل چيا آهن. ان لاءِ عرض ڪندس ته بزرگ جون ڪجهه غزل نما ڪافيون عروض جي بحرن

تي پوريون ڏسي، ڪن سڄڻن انهن کي غزل جي صنف ۾ شمار ڪيو آهي. اهي ساڳيون ڪافيون مرزا علي قلي بيگ، آغا صوفي، نماڻي فقير وارن رسالن توڙي ٻين پراڻن قلمي بياضن ۾ ڪافيءَ جي مختلف سرن جي عنوانن هيٺ ڪافيون شمار ٿيل آهن. اهي ڪافيون موسيقي جي ماترائن تي ڇپيل آهن ۽ عروضي بحرن تي ٻه پوريون اچي ويون آهن" (سرمست ١-٨١ صفحو ٥٠) ڇا اها زيادتي ناهي ته شاعر پنهنجي تخليق کي هڪ عنوان ڏي، يا هڪ شعري صنف سڏي ۽ پويان فقط عقيدت وچان انکي ٻيو عنوان ڏين يا ٻي شعري صنف قرار ڏين. ٽين غلط ڳالهه کي پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد حامي صاحب ڪهڙي ريت غلط ثابت ڪري ٿو، اچو ته ان کي غور سان ڏسون. حامي صاحب پنهنجي سرمست ١-٨١ء ۾ ڇپيل مضمون "ڪجهه غلط روايتون" ۾ رقمطراز آهي ته: "ٽينن دعوي موجب سچل سائينءَ جي سرائڪي ڪلام واري رسالي ۾، پنجاه اردو غزل، سچل سائينءَ جا ڇپيل آهن. حقيقت ۾ اهي ٻه ڪافيون آهن جيڪي، پراڻن رسالن ۾ اصلي صورت ۾ موجود آهن. انهن ڪافين کي اصلاح ڪري جديد لکنوي اردوءَ ۾ آڻي ڪافين ۾ شمار ڪيو ويو آهي. اهي ڪافيون موجوده دور ۾ سنڌي ادبي بورڊ وارن، ڪنهن بزرگ کان اصلاح ڪرائي شايع ڪيون آهن" (غزل طور) صفحو ٥٠

چوٿين غلط ڳالهه بابت، حامي صاحب جو تحقيق جي بنياد تي رايو آهي. چوٿين ڳالهه اها آهي ته محترم چاچي قاضي علي اڪبر درازيءَ هڪ چوپڙي ڇاپرائي آهي، جنهن ۾ هڪ سئو ڇائيتاليهه شعرن جو نظم نما ڪلام ڏنو ويو آهي، جنهنجو نالو بحر طويل آهي. پر اندر ڏنل ڪلام بحررمل ۾ آهي انهيءَ ڪلام جا فقط پهريان پنج شعر سچل سائينءَ جي ديوان آشڪار ۾ موجود آهن ۽ بلڪل صحيح آهن. انهن پنجن شعرن کانسواءِ باقي هڪ سوايڪيتاليهه شعر بلڪل جڙتو ۽ بناوتي

تالگين. انهن جي شاهيندڙ کي علم عروض جي ڄاڻ به ڪونهي. ڪم از ڪم پنجاهه قافيه بلڪل غلط ۽ ٽيهارو ڪن شعر بي معني ۽ بيرتيءَ جا آهن. انهيءَ چوپڙيءَ وارو سارو ڪلام سچل سائينءَ جي مشرب جي بلڪل ابتڙ آهي. ان کانسواءِ ڪلام ۾ آندل سموريون روايتون ضعيف ۽ ڪوڙيون آهن، انهن ۾ مذهبي تاريخ ۽ فقه جون ڪوڙ ساريون غلطيون آهن."
(سرمست ١-٨١ء ڪجھه غلط روايتون: صفحو ٥١)

حامي صاحب جي مذڪوره عالمانه تحقيق ۽ تنقيد کان ڪوبه علم و ادب جو پارکو انڪار نه ڪري سگهندو، ڇاڪاڻ ته، تحقيق ۽ تنقيد جو بنياد پختن دليلن ۽ قابل قبول حقيقتن تي ٻڌل آهي. حامي صاحب بيٺل پاڻي ۾ پٿر اڇلائڻ واري تنقيد ۽ تحقيق ڪري پاڪي سچل سائينءَ جي بي غرض ۽ لاطمع محققن ۽ شارحن ۾ ڳڻايو آهي. حامي صاحب سچل سائينءَ جي انهن ليکڪن جي قطار ۾ نٿو اچي، جيڪي وڏن شاعرن ۽ اديبن تي فقط ذاتي مفاد ۽ مرادون سامهون رکي لکندا آهن.

## حوالا ۽ مددي ڪتاب

(١) سرمست ١-٨١ء
(٢) سچل نيشنل سيمينار ٨٣ء
(٣) رسالو سچل سرمست - ڪلياڻ آڏواڻي
(٤) سچل جو سرائڪي ڪلام - محمد صادق راڻيپوري
(٥) ديوان آشڪار - سچل سرمست (فارسي ڪلام)

ادل سومرو

# بيدل سائينءَ جو مذهب بابت تصور

انسان جي تخليق کان وٺي، ويندي هن دؤر تائين جو سفر، ذهني مونجهارن، فتنن ۽ فسادن جو سفر رهيو آهي. سوين مذهبي فرقا ۽ ٽولا ٺهندا آيا ۽ انهن جو اهو سلسلو اڄا جاري آهي. انهن ٽولن جي اڳواڻن بنيادي فڪر کي اهميت ڏيڻ بدران، پنهنجي ذات ۽ انا کي مٿانهون سمجهندي، هڪ ڪي ڏتڪار جو نشانو بڻايو ۽ انسانن کي مختلف ٽولن ۾ ورهائي نفرتن کي قوت بخشي. سماج ۾ انتشار ڦهلائيندڙ اهڙا مختلف استحصالي ٽولا، مجموعي طور هڪ ٽولو سڏجن ٿا، "قابيلي ٽولو" - جيڪي قابيلي ٽولي جو شڪار ٿيندا رهن ٿا، اهي "هابيلي" سڏجن ٿا. انهن ٻنهي ٽولن ۾ مختلف ڌرمن جا ماڻهو شامل آهن، پر پنهنجي عمل جي ڪري، انهن جي بنيادي سڃاڻپ فقط هڪڙي آهي، يا هو هابيلي آهن يا قابيلي.

حضرت محمد صلعم حجة الوداع جي خطبي ۾ فرمايو:

"انسان سڀ برابر آهن. نسل ۽ نسب ڪاشيءَ ناهي. توهان سڀ آدم جو اولاد آهيو ۽ آدم مٽيءَ سان بڻايو ويو."

مرزا قليچ بيگ چيو:

هندو ۽ مسلمان دلا ساڳئي ڪنير جا
سڏجن ٿا جدا ٿانو، مگر آهه مٽي هڪ.

بيدل سائين ٿو چوي تہ:

حقيقت ۾ هڪ ٿيو، نوري ۽ ناري
دين ڪفر آهن ٻئي ڄڻ، هڪ وڻ جي ٽاري
حاذق هشياري، رکن انهيءَ رمز جي.

حقيقت ۾ هڪ ٿيو، ڪفر ۽ ايمان
مظهر مولا پاڪ جو، هندو مسلمان
تارا ڪيا تالان، سورج سندي سوجهري.

حقيقت ۾ هڪ ٿيو، اڇو ۽ ڪارو
نينهن هنيو نعرو، هر مظهر ۾ هيڪڙو،

سيني جو جوڙيندڙ هڪڙوئي ڪنير آهي. سڀ هڪ وڻ جون ٽاريون آهن. سيني جو مرڪز هڪ آدم آهي ته پوءِ هي ايذا ويڇا، نفرتون ۽ دوريون ڇو؟ ڌرم ته انسانن جي ڀلائي لاءِ آيا، پوءِ ڌرم جي نالي ۾ بيگناهه معصوم انسانن جو ڪيس ڇو؟ انهن سوالن جو جواب، داتا گنج بخش علي هجويري جي ڪتاب ڪشف المحجوب ۾ هن طرح ملي ٿو:

"جڏهن هڪ عالم بگڙجي وڃي ته عبادت الاهي ۽ شريعت جي معاملن ۾ بگاڙ پيدا ٿيندو."

يعني انهيءَ پيچ ڌاهه جا جوابدار، پير، پنڊت ۽ پادري آهن. جن هڪ سنئين راهه مان ٻيون واٽون ٺاهي، سادن سودن انسانن کي منجهاير ۽ هڪٻئي جي خلاف ڀڙڪايو. تڏهن ئي سچل سرمست چيو:

مذهبن ملڪ ۾، ماڻهو منجهايا
شيخيءَ، پيريءَ، بزرگيءَ، بيحد ڀُلايا.

پنڊتن چيو ته:

"شودر، ڪتي ۽ سوئر وانگر آهن، ان ڪري جڏهن به برهمڻ کاڌو کائي ته اهڙي جاءِ تي ويهي، جتي انهن جي نظر نه پوي."

"جيڪڏهن برهمڻ، ڪنهن شودر کي قتل ڪري ته فقط ڪفارو ادا ڪري ۽ ڪجهه جرمانو ڏئي، بس ڪافي آهي."

اهڙيءَ ريت، ڪيٿولڪ فرقي وارن پروٽيسٽنٽ خلاف

جيڪي ظلم ڪيا، اهو يورپ جي تاريخ جو هڪ دردناڪ باب آهي ۽ اهو سڀڪجهه مذهب جي نالي ۾ ڪيو ويو.

مٿين سوچڻ شروع ڪيو تہ جيڪو پوپ ١١٥١ فوٽ ڊگهي ۽ ٧٧٦ فوٽ ويڪري عاليشان محلات ۾ رهي ٿو. جنهن جي ذاتي جاگير جي پکيڙ سترهن هزار چورس ميل آهي. جنهن جا هزارين نوڪر چاڪر آهن، اهو ايمان ۽ ديانت جو سرچشمو ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ ان دؤر ۾ بيدل جهڙي صوفين، مارٽن لوٿر (جرمني)، زونگ لي (Zwingli) (سوئٽزرلينڊ) ۽ ڪالون (calvin) (فرانس)، مذهبي، چالبازين خلاف آواز اٿاريندي چيو هو تہ:

"بندي ۽ خدا جي وچ ۾ ڪنهن بہ برهمڻ يا پوپ جو ڪو واسطو نہ هئڻ گهرجي."

خالق ۽ بندي جي ان تعلق بابت بيدل سائينءَ چيو تہ:

ڳولا ڪرين جنهن جي، سوئي تون سلطان
پيهي پس تون پاڻ ۾، پانهنجي سونهن سڃاڻ
ناحق ٿيو نادان، ليئا وجهي لوڪ ۾.

مُلائيت هجي يا پاپائيت، انهن انسانن جي بنيادي حقن جو استحصال ڪيو. پاءُ ڪي پاءُ سان وڙهايو. غلاميءَ جي اخلاقي فلسفي کي وڌ کان وڌ ڦهلايو. ڪمزورن ۽ محتاجن کي پنهنجي ڪمزوريءَ ۽ غلاميءَ تي ناز ڪرڻ جي تبليغ ڪئي وئي تہ جيئن، انهن مان ارادي جي قوت فنا ٿئي ۽ هو سدائين انهيءَ ذهن ۾ قائل رهن. سيني مذهبن کي قابيلي ٽولي پنهنجي مرضيءَ جو رنگ ڏيندي، انهن جي تعميري پروگرام ۾ ڦيرڦار ڪئي. هنن اهڙا اصول قائم ڪيا، جن تحت هو ڪمزورن کي پنهنجو غلام بڻائيندا رهيا. هنن ڪمزورن ۽ هيٺين جي چوڌاري، مذهبي خوف ۽ وهمن جا اهڙا چار اُٿي چڙيا، جن مان انهن جو نڪرڻ مشڪل هو. طبقاتي فرق کي مضبوط رکندي، هنن قدرتي

نعمتن کي فقط مٿين طبقي جي ميراث ڄاڻايو ۽ مفلسن کي پنهنجي حالت تي صبر ۽ فخر ڪرڻ جي تلقين ڪني. قابيلي قوتن پنهنجي مرضيءَ کي قدرت جي رضا ڄاڻايو. نتيجي ۾ جڏهن به قابيلي ٽولي معاشي يا سياسي ميدان ۾ پنهنجا مفاد حاصل ڪرڻ چاهيا، هُنن مذهبي ادارن کي پنهنجي هٿيار طور استعمال ڪيو.

ملان ۽ مفتيءَ هر دؤر ۾ دينارن عيوض دين جو سودو ڪيو آهي ۽ مظلوم عوام بدران جبر ڪندڙ رياستي ادارن جو ساٿ ڏنو آهي. ڪلهوڙن پنهنجي اقتدار کي بچائڻ ۽ ان کي مذهبي تقدس ڏيارڻ لاءِ ملان ۽ مفتيءَ سان ساز باز ڪئي ۽ ڪنهن به بي مذهبي شخصيت کي ايرڻ جو موقعو نه ڏنو. صوفي شاهه عنايت ۽ مخدوم عبدالرحمان کهڙائيءَ جي شهادت انهيءَ سازش جو حصو هئي. ڀٽائيءَ فرمايو آهي ته:

روزا نمازون، اي پڻ چڱو ڪم
او ڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسڻ پرينءَ جو.

انهيءَ فهم تائين رسڻ، هر ڪنهن جي نصيب ۾ ناهي. روزي، حج ۽ نماز جي پابنديءَ جي باوجود پنهنجي دؤر جو ناميارو عالم، حاجي فقير الله علوي به انهيءَ فهم تائين پهچي ڪونه سگهيو ۽ هن صوفي شاهه عنايت جي شهادت تي تمام گهڻي خوشيءَ جو اظهار ڪيو هو.

قرآن شريف ۾ آهي ته:

يا يهاالذين آمنو لايسخر قوم من
قوم عسيٰ ان يکو نو اخير منهم

ترجمو: اي ايمان وارا! ڪلي نه ڪوني ٽولو، ڪنهن ٻئي ٽولي مٿان شايد ته اهو بهتر هجي، ان کان.

قرآن شريف جي انهيءَ حڪم جي ابتڙ، مذهبي اڳواڻن جو بنيادي ڪم ني اهو آهي ته پاڻ کي مٿانهون ۽ سچو

سمجهي، ٻني ٽولي جون اوڻايون بيان ڪري، ان تي ٽٽوليون ڪجن. ماڻهن کي ٽولين ۾ ورهائڻ، هڪٻني خلاف، نفرت جي باهه پڙڪائڻ ۽ مذهبي ادارن کان بيزار ڪرڻ جو مکيه ڪارڻ، اڌپڙهيل، تنگ نظر مذهبي اڳواڻ جو غلط رويو آهي. "لکم دينڪم ولي الدين" کان لنوائيندي بنا سوچ ويچار جي هڪٻني خلاف فتوائن ۽ تهمتن جو سلسلو جاري آهي. هڪ ديوار تي شيعه ڪافر ته ٻيءَ تي "سني ڪافر" لکيل آهي. اهو سڀ مذهبي ڪٽرپڻي ڪري آهي. تنهنڪري ني ته سچل سرمست چيو هو ته:

نامين سني ، نامين شيعا
نامين ، ڏوهه ثواب.

بيدل سائينءَ چيو ته:

شيعي سني کون ڇڏ پري
رخ رمز واري راهه ڪر.

تنگ نظري، تعصب ۽ ڪٽرپڻي کان بچڻ جو فقط هڪ وسيلو آهي، ۽ اهو آهي عشق. پر عشق جي منزل هر ڪنهن جي نصيب ۾ نه هوندي آهي. صوفين تاج ۽ اقتدار کان عشق جي دستار کي اهم سمجهيو، ڇو ته محبت سان ئي انسان هڪٻني جي ويجهو اچن ٿا، نفرتون ۽ دوريون ختم ٿين ٿيون.

عشق عطاء ڪيائون توکي
بيدل ڪر شڪرانا وي.

يا

مذهب واري قيد کون بيدل
عشق ڪندء آزاد.

۽ عشق جي اها منزل، ڪتابن ۾ قائل ۽ اڪرن ۾ اڙيل، ملي، پنڊت ۽ پادريءَ جي نصيب ۾ ناهي.

جينن سچل چيو:

قاضيان دي شاه ڪتابان
عشق دي منزل اڳي اڳي.

تينن بيدل چيو:

اڪران دي وچ جو وي اڙيا
عشق دي چاڙهي مورنه چڙهيا.

بيدل سائينءَ جي فڪر مان اها ڳالهه ظاهر آهي ته هو هڪ سچو عاشق ۽ شاعر هو، جنهن جو دَرَم، شاهه بيگ ارغون، نادر شاهه ۽ اورنگزيب کان مختلف هو. هن جو دَرَم بابت تصور اهوني هو جيڪو شاهه عنايت شهيد، مخدوم بلاول شهيد ۽ سچل سرمست جو هو.

## مددي ڪتاب


١- تاريخ انقلابات عالم (جلد پهريون) سيد ابوسعيد بزمي، ڪتاب منزل لاهور ١٩٤٩ء

٢- ديوان بيدل- سيد عبدالحسين موسوي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. ١٩٦١ء

٣- صراط مستقيم- مولانا عبدالقيوم ناطق، طاهر سنز ڪراچي ١٩٨٧ء

۴- دنيا ڪي سؤ عظيم ڪتابين - ستار طاهر، ڪاروان ادب ملتان ١٩٨٩ء.

ملڪ نديم

# سر گهاتو جو مطالعو

ڪلاچي ڪن جي ڦهر تي رچيل سرگهاتو اڄ ان ڪري به توجه طلب آهي، جو پٺاڻي جي ڪلهوڪي ڪلاچي بستي اڄ سنڌ جو جديد شهر ڪراچي ٿي پيو آهي، سنڌ جي گادي جو هنڌ سنڌ جو ساه، وطن جو ويساه مهراڻ جو مور ۽ شهرن ۾ شهزور ڪراچي ملڪ جي سمورن هنڌن جي گهڻن ماڻهن لاءِ ڪشش ۽ پيٽ جي قوت رکي ٿو. هن ملڪ جي ڏورانهين علائقن يا سرحد پار جا ماڻهو پنهنجي پنهنجي جنم ڀومي جي ٻڪ جي پوت ڪان پنهنجي ۽ پنهنجي ڪٽنب جي زندگي بچائي، خورا ڪ ۽ خوشين جي شهر ڪراچي جي جهولي ۾ اچي اچلن ٿا. جتي سمنڊ به آهي، صنعتون به آهن صنتن جو سمنڊ سان ۽ سمنڊ جو صنعتن سان گهرو تعلق آهي. اهي ٻئي شيون انسانن جي ڪاڏي خورا ڪ ۽ خوبصورتي ۽ خوشين جي ضمانت آهن، پر جي سماج جي جوڙ جڪ امن ۽ انصاف جي بنيادن تي ٻڌل آهي ته سمنڊ ۽ صنعتون نه رڳو شهر واسين لاءِ پر سموري ديس لاءِ جنت جهڙين فرحتن ۽ راحتن جو سبب ٿين ٿيون، پر ماڻهو خود غرضي جي غلاظت سان پنهنجي ئي ذرتي تي خوشبوئن کي بدبوئن ۾، خوبصورتين کي بد صورتين ۾، خوشحالين کي بدحالين ۾، امن کي عذابن ۾ تبديل ڪري ٿو. پوءِ سک سلامتين، امن ۽ آشتي آسودگي ۽ آرام وارن وطنن ۾، شهرن ۾، ڳوٺن ۾ پاڙن ۾ اڻ ڪٽ خواهشن جا مڇ، ٻئي جو پورهيو هڙپ ڪرڻ وارا مڇ، ٻئي جي سونهن ساڙڻ وارا مڇ، هيڻن کي هضم ڪرڻ وارا مڇ، ٻين جا وطن وستيون ڳوٺ ۽ شهر هڙپ ڪرڻ وارا مڇ، دهشت ڦهلائڻ وارا، مڇ ڏاڙا هڻڻ وارا مڇ پيدا ٿين ٿا.

جتي مچ پيدا ٿين ٿا فطري طور مچ سان مقابلي ڪرڻ وارا موروثي جهڙا مرد به پيدا ٿين ٿا. مچ ظالم انسان جي علامت آهن. اهڙا ظالم انسان ڀٽائي کان اڳ ۾ به پيدا ٿيا هئا، ڀٽائي جي دور ۾ پيدا ٿيا هئا ۽ شيخ اياز جي دور ۾ به پيدا ٿيا آهن. پر اسان کي هت ڀٽائي جي دور کي سمجهڻو آهي. ڀٽائي جي دور جي زوراورن کي چٽو ڪرڻو آهي، جنهن کي ڀٽائي مچ جي علامت ۾، سرگهاتو ۾ پيش ڪري سورهيائي ۽ سلامتي طاقت ۽ ترقي جو سبنهو ڏنو آهي.

جيئن جهڳا پائين جهول ۾ ائين نه مرن مچ
سبر ڏار سنڌ جا، ڪي رائون رڱي رچ
هي چارون ۽ چچ، اجان اوڙاه اڳاهون ٿيو

سمنڊ قومن لاءِ قدرت ۽ ڪائنات طرفان سکن ۽ سلامتين جون سوکڙيون آهن. صنعتون لوڪ لاءِ سائنس ۽ سماج طرفان آجائي ۽ آسودگي جاتحفا آهن بشرطيڪ اهي بني خوشين جا خزانه هر قوم جي هر فرد جي فلاح و بهبود لاءِ وقف ٿيل هجن ۽ اهي ڪنهن هڪ طبقي، هڪ ٽولي، هڪ گروپ جي قبضي ۾ نه هجن، جنهنکي علامتي طور ادب ۾ مچ سڏجي ٿو. ڀٽائي جو اشارو به اهڙن عوام آزار مچن ڏانهن آهي.

اچو ته اول سرگهاتو کي ڀٽائي تي لکندڙ عالمن جي راين جي روشني ۾ ڏسون. هونءَ ته ڀٽائي جي تمام گهڻن شارحن ۽ محققن مرتبن ۽ مبصرن سرگهاتو تي خيال ظاهر ڪيا آهن.

ڀٽائي جي سرگهاتو تي گربخشاڻي ۽ دين محمد وفائي به ڳالهايوآهي ته سائين جي ايم سيد ۽ ڊاڪٽر نبي بخش به گفتگو ڪئي آهي، ڀٽائي جي سرگهاتو تي علامه آءِ آءِقاضي ۽ محمد ابراهيم جويي به راءِ ڏني آهي، ته محترم شيخ اياز ۽ رسول بخش پليجي به اظهار ڪيو آهي. مذ ڪوره عالمن اديبن جا سر گهاتو تي رايا ڀٽائي جي سوچ جي تعبير آهن، هنن مچ جي علامت

زوراور، ڏاڍ ڪندڙ ۽ پرمار ڪيدي آهي ۽ موررڙو هيٺن عوام يا قوم جي رتا پڌي، اڳواڻي ۽ جاڪوڙ ۽ مقابلي ڪي قرار ڏنو آهي.

انين جا لڏو لوڏ، اي پر گهاتو ٽڙن جي
ڪن ڪلاچي ڪوڏ، سڪ نہ ستا ڪڏهين.

## ٢

شاه عبداللطيف ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاه حيدرآباد سنڌ طرفان سرگهاتو نالي ڪتاب ڇپايو ويو آهي. جنهن جو مرتب حميد سنڌي آهي ۽ ان ۾ سر گهاتو تي لکيل چوڏهن ڪن اديبن جا مضمون ڏنل آهن، جيڪي ١٩٨٦ ۾ منعقد ڪيل ڀٽائي جي ورسي تي پڙهيا ويا هئا. سرگهاتو تي انهن مان ڪجهہ اديبن جي ڏنل مجموعي راءِ ۽ پنهنجي نقط نظر جي روشني ۾ سرگهاتو جي پيغام کي واضح ڪيو، جاڪاڻ تہ اهو چٽي طرح اجان تائين معلوم نہ ٿي سگهيو آهي تہ ڀٽائي پنهنجي دور جي ڪهڙن واقعن حادثن امين ۽ ظلمن کي سامهون رکي پنهنجي شاعري جو هڪ هڪ بيت لکيو آهي ۽ واين ۾ واضح ڪيا آهن. شري ڪربخشاني محترم دين محمد وفائي، سائين جي ايم سيد، علامہ آءِ آءِ قاضي، محمد ابراهيم جويو، شيخ اياز ۽ رسول بخش پليجي ڀٽائي کي قومي، عوامي، انقلابي ۽ محب وطن شاعر طور پيش ڪري سندس شاعري جي شرح جا بنياد رکيا، جنهنجو انڪار اجان تائين ڪنهن بہ روشن خيال اديب نہ ڪيو آهي. اچو تہ ڏسون تہ سرگهاتو ڪتاب ۾ ڇپيل اديب ڀٽائي جي سرگهاتو تي ڇاڇا چون.

اديبن جا رايا ظاهر ڪرڻ کان اڳ ۾ سرگهاتو جي مکيہ ڪردارن جو تعارف ڪرائڻ نهايت ضروري آهي، ڇا ڪاڻ تہ ڪردارن ۽ ڪهاڻي جي مختصر تعارف کان بغير سرگهاتو جو پيغام سمجهڻ ۾ ڪجهہ دقت ٿي سگهي ٿي.

اوڀائي مهاڻي کي ست پٽ هئا، جنهن مان ڇهہ صحتمند

سگهارا سياڻا ۽ سورهيه هئا، مڇي جو شڪار ڪري گذران ڪندا هئا. سندن ستون ڀاءُ نهايت نبل ڪمزور ۽ منڌڙو هو، پر سرت ۽ ساڃاهه ۾ ڀائرن کان سرس هو، پٽائي مورڙي جي باقي ڇهن ڀائرن جو تعارف هن ريت ڪرايو آهي .

گهنگهريا گهڻ ڄاڻ ،موڙهي مت مهائين
ويا گڏ جي و ير ۾، پيا منهن مهراڻ ،
اڳيان پويان ٿاڻ ، ويا ويچارن وسري.
اي پر گهاتوئڙن جي، انين جا لڏو لوڏ
ڪن ڪلاڇي ڪوڏ، سک نہ ستا ڪڏهين .

يا

اهڙي خاصي کير، ڪن وراني جهليا

خاص کير جو مطلب هڪ مظبوط ٽيم يا سنگت ياتنظيم آهي. هو ڇهني ڀائر مڇي مارڻ يا ڪنهن سان مهاڏو اٽڪائڻ يا مقابلو ڪرڻ ۾ هڪ مٺ، هڪ اتحاد، هڪ پارٽي هئا.ستن ڀائرن جون پيڙهيون بہ هيون جن جو ذ ڪر پٽائي هن ريت ڪيو آهي .

ڪالهہ ڪلاڇي ويا ڇتيون ڪٺي ڇڳير ،
ڀائرن پيرو نہ ڪيو، ادن ڪني اوير

ڪلاڇي جي ڪن ۾ پيدا ٿيل مڇ سان مقابلوڪندي اوياڻي مهاڻي جا ڇهہ پٽ قربان ٿي ويا. معذور مورڙي مڇ جي مصيبت مهاڻن تان ٽارڻ ۽ ڀائرن جو بدلو وٺڻ خاطر رٿا بندي، ڏاهپ ۽ اٽڪل ۽بهادري سان ڪاٺي ۽ ڪات ذريعي مڇ سان مقابلو ڪري، مڇ کي ماريو ۽ ڀائرن جا لاش مڇ سوڏوڪنارتي تي آڻي مهاڻن جا منهن مرڪايا، پٽائي اهڙو منظر هن ريت چٽيو آهي .

گهوريندي گهور پيا ،اگهور گهوريائون
ميڪر ماريائون، مهاڻن منهن سنرا-

ڪراچي ۾ مورڙي جو مقام مشهور آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ مورڙي جي اولاد بابت هن ريت ٻڌائي ٿو: "مورڙي جو اولاد ڪراچي شمس جو ڳوٺ باباءِ پٽ ٻيٽن ۽ ابراهيم حيدري بستين ۾ رهي ٿو، جن مان ٽي پاڙا ڪلاچي وارا، لاڙاءِ بندري مورڙي پوٽا مشهور آهن. سرگهاتو جي مختصر طور ڪهاڻي ۽ ڪردارن جي ذڪر کان پوءِ پٽائي جي دور جون سياسي ۽ سماجي حالتن جو ذڪر ڪرڻ تمام ضروري آهي، ڇاڪاڻ ته ڪنهن به شاعر جي تخليق کي سمجهڻ ۾ شاعر جي دور جون سياسي ۽ سماجي حالتون وڏي مدد ڪن ٿيون، ڇو جو هر شاعر خاص ڪري لوڪ سڃڻ ۽ سائيهه سنگتي شاعر سڏي يا اڻ سڏي طرح پنهنجي دور جي هر خوبصورتي ۽ بدصورتي هر ڇڪاڻي ۽ لڳاڻي، هر رهبري ۽ رهزني کان متاثر ٿيندو آهي ۽ ان کي ظاهري يا علامتي طور شاعرانه فنڪاري سان پيش ڪندو آهي.

مشهور دانشور افسانه نگار نقاد محقق ۽ عالم رشيد ڀٽي ڀٽائي جي دور جون سياسي ۽ سماجي حالتون مختصر طور هن طرح بيان ڪيون آهن "شاه جو دور انتهائي شورش وارو ۽ سياسي گهوٽالن جو دور هنو. مغل شنهشاهيت پري ٽڙي پکڙي ختم ٿيڻ کي رسي چڪي هني.مقامي ڪلهوڙا خاندان اسري اقتدار هٿ ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهيو هو. هو ڪهڻي ڀاڱي ڪاميابي ماڻي چڪو هو. هر طرف جنگيون ۽ ڪهرو لڙايون هيون، جن ملڪ جي معاشي حالت بدترکان بد تر ڪري ڇڏي هني،مٿان نادر شاه، احمد شاه ابدالي ۽ مدد خان جي ڦرين لٽ مار قتل و غارت سنڌي سماج کي نهوڙي ڇڏيو هو. ان اقتدار جي منتقليءَ واري عبوري دور ۾ سنڌي عوام مسلسل ڌارين حاڪمن جي يا ته جبر جو شڪار رهيو هو يا انهن جي استحصال کان آجي ٿيڻ لاءِ عملي طرح لڙائي ۽ ويڙهه جي عمل ۾

رذل هيو. انهن حالتن ۽ واقعن جو شاه اکين ڏٺو شاهد هو. ان دور جي سيني واقعن ۾ اهم ۽ خاص واقعو ، جنهن شاه کي گهڻو متاثرِ متحرڪ ڪيو ٿو ڏسجي، سو شاه عنايت جي شهادت آهي (سر گهاتو رشيد ڀٽي جو مضمون سرگهاتو جو فڪري پس منظر صفحو ١٥-١۴)

## عالمن جا رايا

مشهورراديب رشيد ڀٽي جو خيال آهي ته لطيف جهوڪ واري واقعي کان متاثر ۽ متحرڪ ٿي سرگهاتو چيو. ان جي پٺ ڀرائي هن بيت سان به ٿني ٿي، جهوڪ جي تباهي ۽ ويراني، دائري جي ختم ٿيڻ، شاه ۽ فقيرن جي شهادت بعد جو جهوڪ جو منظر يا حال هوندو، ان جو نقش هن بيت مان ملي ٿو.

نه ڪابوءِ بازار ۾ ، نه ڪاچلر ڇٽ ،
جتي ڏنيرن جي، اڳي هئي اکٽ ،
سي پڙ پسيو پٽ ، ماڻهو وڃن مونيا.

رشيد ڀٽي جي ان خيال سان منهجو اختلاف هن بنياد تي آهي ته شاه عنايت جي شهادت، هر، هاري، اناج، کيت، لابارن وغيره سان وابسته آهي، جنهن تي ڀٽائي هيڏو سر سارنگ لکيو آهي، ڀٽائي کي ان جي ابتڙ مچين ۽ مهاڻن جي علامت کڻڻ جو ڪهڙو ضرور هيو هو هر ۽ هاري ذريعي به شاه عنايت جي شهادت جو ذڪر ڪري سگهيو ٿي.سر سارنگ ۾ شاه عنايت جي ڳوٺ جهوڪ جو به حوالو آهي .مثال طور

سڄڻ سانوڻ مينهن جنين، جهڻڪن پاسي جهوڪ،
ڏيندا پاه پٽن کي، منجهان مينهن موڪ،
لس پيارن لوڪ ، آگم ڪيو اکين سين
(سر سارنگ )

ڀٽائي لفظ شهيد سرماني ۾ ٻه ڪتب آندو آهي.
جا عمر تومل عيد، سا اسان سوءَ ورتي سومرا،
ويني ويچارن وسري، خوشي ۽ خريد،
سڪڻ ڪيا شهيد، مارو جي ملير جا.
(سرمارئي)

هن بيت ۾ شاه عنايت جي شهادت کان پوءِ ان جي پوئلڳن يا هاري تحريڪ جي حمايتن جي اها ذهني ڪيفيت آهي. اهو بيت گهڻو ڪري شاه عنايت سان ٺهڪي ٿو، باقي مڇ مڇي مڪڙيون ۽ سمنڊ ته سڌو سنئون سمنڊ تي مڇي مارينڊڙن ۽ سامونڊي ڌاڙيلن يا سندن مڇي جي روزگار تي لت ڏيندڙ سان ٺهڪي ٿو. سامونڊي شهرن تي قبضا ڪندڙن قاتلن ۽ قانون دانن سان لڳي ٿو. هي ڳالهه ته تاريخ ۾ ٻه اچي ٿي ته ٽالپرن جي دور ۾ انگريز لشڪر ڪراچي بندر تي لٿو هو. انگريزن جي واپار خاطر سنڌ اچڻ جو ذڪر ته ڀٽائي جي دور ۾ ٻه ملي ٿو چاهي حقيقت ناهي ته انگريزن ڪي سڄي دنيا ۾ سامونڊي ڌاڙيل ٻه ڪوٺيو ويو آهي؟ ٿي سگهي ٿو ڀٽائي جي دور ۾ انگريز يا ٻيا پرڏيهي ڌاڙيل يا ڪاهون ڪندڙ ڪلاچي بندر تي آيا هجن ۽ مهاڻن ڪي ماريو لٽيو ڦريو ڪٽيو ۽ تنگ ڪيو هجي ۽ ڀٽائي متاثر ٿي اهو سر لکيو هجي، ڇاڪاڻ ته ڪتابن ۾ اهو ٻه اچي ٿو.ڀٽائي ڪلاچي بستي آيو هو، محمد سومار شيخ پنهنجي ڪتاب لطيف سائين جا لاڙتان پيرا ۾ ڄاڻايو آهي ته "شاه لطيف لاڙ تان پيري ڪرڻ وقت موروڙي جي مقام ۽ ڪلاچيءَ تان پيرو ڪيو هو ۽ ان جو ڏيءَ جوان کي ساراهيو هو ،جنهن معذور هوندي ٻه پنهنجي پاٺرن جو وير مانگر مڇ کان ورتو هو.(صفحو ٢٧) ٿي سگهي ٿو ڀٽائي ان دور جا ڪي نه ڪي ظلم مهاڻن واتان ٻڌي، انهن کي پراڻي قصي موروڙي مانگر مڇ جي علامت ۾ پيش ڪيا هجن، باقي هي علامت شاه عنايت جي قاتلن

۽ هارين جي دشمنن سان بلڪل نہ ٿي ٺهڪي.

گهاتو گهڻو ڪري مڇي مارينڊڙ شڪاري ڪي چنبو آهي ڇاڪاڻ تہ گهاتو لفظ جي معني گهات ۾ رهندڙ يعني شڪاري آهي.

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو سرگهاتو جو مجموعي مفهوم هن ريت پڌائي ٿو" هن داستان ۾ انساني عزم ۽ بهادري جي هڪ عظيم علامت سمايل آهي. هي داستان اسان ڪي هڪ اپاهج انسان جي حوصلي بابت گهڻو ڪجهہ سيکاري ٿو(سرگهاتو ڊاڪٽر صاحب جو مضمون صفحو.٨)

پٽاني جو هي انساني عزم ۽بهادري جو پيغام تہ سنڌي عوام ڪي هر دور ۾ رهنماني ۽ توانائي ميسر ڪري ٿو، پر ڊاڪٽر صاحب هن سر بابت ڪنهن بہ تاريخي واقعي جو قياس آرائي جي بنياد تي بہ ڪو اشارو نہ ڪيو آهي، پر اڃان بہ آخر ۾ سرگهاتو جي تشريح طور انکي انساني نفس جي علامت طور محدود ڪيو آهي، هو لکي ٿو تہ تمثيل ڏسجي تہ ان ۾ انسان جون خواهشــون بہ اندر ۾ ويٺل هڪ مــانگر مڇ مــثل آهن. (سرگهاتو ۱۰۰ صفحو)

اسد جمال پلي سرگهاتو ڪتاب ۾ ڏنل پنهنجي مضمون ۾ چوي ٿــو " حاصل البحث سرگــهاتو ۾ شاه صاحب جنهن اقتصادي بد ديانتين مقامي ماڻهن ۽ ملاحن جي حالت زار جو ذڪر ڪيــو آهي. اهو انهيءَ حــقيــقت جو ڪليل ثبوت آهي تہ ڪهڙي طرح ٽي (٢) سو سال اڳ سنڌ جي معاشي نظام ڪي مــسڪيني ۽ بيــڪسي جي زندگي ڏانهن ڌڪي انهن مــثان سامراجي راج قائم ڪرڻ جا جواز پيدا ڪيا ويا (صفحو ٢٥)

اسد جمال پلي مڇي جي ڏاربي واپاري جي استحصال جو اشارو ڏنو آهي، جيڪي مقامي ماڻهن کان مڇي سستن اگهن تي وٺي هني ملڪ ۾ مهانگي وڪڻي گهڻو ناڻو ڪمائيندا هئا.

مهاٽي هاري يا پورهيت جو استحصال هزارين سالن کان آهي ۽ اڃان هلي رهيو آهي، جنهن کي اسان هڪ دور جو واقعو نه ٿا چئي سگهون، جنهن سان پٽاني مقابلي جي ڏس ۾ ڏنو آهي ته آخر ۾ ان کي مارڻ جو قصو به بيان ڪيو آهي، ڇاڪاڻ ته پورهيت جي استحصال جو خاتمو گهٽ ۾ گهٽ سنڌ ۾ ڪنهن دور ۾ نه ٿيو آهي، پر ڪن ظلمن، ڪن ظلمي واقعن جو خاتمو تاريخ ۾ ڪيترا ڀيرا ٿيو آهي مثال طور ڪيئي پرڏيهي ۽ غاصب سنڌ ۾ آيا ڦر لٽ ڪري هليا ويا. نادر شاه، احمد شاه ابدالي ۽ مدد خان آيا ڦر لٽ ڪيائون مقابلا ٿيا بغاوتون ٿيون ۽هو هليا ويا. ڪنهن هڪ واقعي سان مقابلي ۽ ان تي سوڀ پائڻ جو اشارو پٽاني جي هن بيت مان ملي ٿو .

گهوريندي گهورڀيا، اگهور گهوريائون،
ميڪر ماريائون ، ملاحن منهن سنرا .

ساڳئي ڪتاب ۾ پرو فيسر نعيم تقوي پنهنجي مضمون ۾ ٿلهي ليکي سرگهاتو جو هي پيغام ڪڍيو آهي ته هن سر ۾ شاه سائين اها نصيحت ڪئي آهي ته پنهنجي طاقت تي ڪڏهن به غرور ۽ گهمنڊ نه ڪجي، بلڪل عقل جهڙي قيمتي نعمت استعمال ڪجي، ورنه وڏي ۾ وڏي شڪست جو شڪار ٿي سگهجي ٿو. (صفحو ٢٨) ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته موڙڙي وڏي ذهانت سان، رٿا بندي ڪري مڇ کي ماريو پر نعيم تقوي صاحب کلي دل سان اهو اظهار نه ڪيو آهي ته موڙڙو انفرادي نه، پر اجتماعي طور به ڪتب اچي سگهي ٿو. هڪ قوم، هڪ تنظيم، هڪ پارٽي پنهنجي گڏيل ڏاهپ ۽ ڏانءَ سان، وڏي سوچ ويچار سان، وڏي رٿا بندي سان، پنهنجي سامهون آيل رڪاوٽ يا دشمن سان مقابلو ڪري ان تي سوڀ حاصل ڪري سگهي ٿي.

الحاج رحيم بخش قمر، سر گهاتو ۾ ڪتب آيل علامت

مڇ کي هردور جي ظلم جي علامت سمجهي ٿو. "سرگهاتو مان روشن ٿيو ته وقت جي مانگر مڇ سان مڙس ٿي مقابلو ڪرڻ گهرجي." سرگهاتو ڪتاب صفحو ٤٧) شايد ١٩٨٦ع ۾ پڙهيل هن مقالي ۾ رحيم بخش قمر صاحب ان دور جي ظالم کي مڇ قرار ڏنو آهي.

جوهر بروهي ساڳي ڪتاب ۾ هن سر جي سنيهي جو تت هي ٻڌايو آهي "هن سر ۾ ڪنهن به ڪم کان اڳ چڱي طرح سوچڻ ۽ ٽائيم ٽائي جي رٿ رکڻ لاءِ درس مليل آهي. ڪوبه ڪم هوڙهائي يا ڪمهلو ڪبو ته ان ۾ بجاءِ فائدي جي رڳو نقصان پلئه پوندو (صفحو ٥٢) هن صاحب مضمون سرجي علامتن کي واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر سندس وقت جي چونڊ ڪرڻ واري تعبير ڌيان جوڳي آهي.

مشهور شاعر نقاد محقق تنوير عباسي جو هن سر بابت رايو آهي ته "بري تي بڇ" سرگهاتو جو روح آهي. اهو جملو ازلي ۽ ابدي جدوجهد آهي. برائي خلاف جدوجهد پوءِ برائي خلاف چڱائي، پلي ڪمزور هجي، نٻل هجي، معذور هجي پر بري تي بڇ ڪرڻي آهي. سرگهاتو جي ڪهاڻي جو ٻيو پهلو ني آهي عملي جدوجهد جو. جتي گهڻ ڄاڻ" يعني علامه منهنجي پون ٿا. اتي هڪ جڏڙو نٻل ۽ ڪمزور بازي ڪٽي ٿو وڃي. ڇو ته هو رڳو ڄاڻ "علم" يا سوچ ۽ فڪر تي نه ٿو ٻاڙي، پر ان سان گڏ عمل پڻ ڪري ٿو، جدوجهد ٿو ڪري (سرگهاتو ڪتاب صفحو ٣٦)

تنوير صاحب هرڏاڍ ۽ ڏمرواري دور سان ٽهڪندڙ علامت جي سمجهاڻي تي زور ڏنو آهي، انکي اهم سمجهيو ۽ قرار ڏنو آهي، هي تشريح ڀٽائي جي فلسفي جو تت ته آهي، پر دنيا جي سامونڊي شهرن تي ڌارين جي اڻ ڪٽ آبادڪاري، حمله آوري، قبضه گيري، ڌاڙا ۽ دهشت گردي، مقامي مهاڻن، عام ماڻهن ۽ پورهيتن لاءِ، وقت جا کهڙا مڇ پيدا ڪري ٿي، انهنکي

واڪو ڪرڻ به ضروري آهي. جيڪو به پٽاڻي جي پيغام ۾ شامل آهي.

ڇا ڪاڻ ته نه رڳو اسان وٽ پر دنيا جي گهڻو ڪري سمورن ساموندي شهرن جي عوام ۽ غير ساموندي شهرن ۽ ڳوٺن جي عوام جي روز مره جي رهڻي ڪهڻي، روزگار ۽ پورهئي جي استحصال ۾ وڏو فرق آهي. پٽاڻي اهو فرق سچي سنڌ گهمي پنهنجي اکين سان ڏسي محسوس ڪيو هو، ان جو ثبوت سوسارنگ ۽ سرگهاتو ۾ ڏسي سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ ته ٻنهي سرن جي علامتن ۽ اشارن ۽ اهڃاڻن ۾ وڏو فرق آهي. هڪ پاسي زميني پورهيت آهي، ٻي پاسي پاڻي جو پورهيت آهي. هڪ پاسي روزگار جو وسيلو مڇي مارڻ آهي ۽ پيداوار جا اوزار ڄار مڪڙيون ۽ ڪنڊيون آهن. ٻي پاسي روزگار جو وسيلو کيت کيڙڻ آهي ۽ پيداوار جا اوزار هر ڏاند ۽ ڏاٽا آهن. اهڙي طرح پورهيت جو پورهيو هڙپ ۽ هضم ڪندڙن، زمينن ۽ سمنڊن تي قبضو ڪندڙن، کيت جي ڳوٺن ۽ سمنڊجي شهرن تي حملا ۽ قبضا ڪندڙن جون شڪليون ۽ صورتون ۽ ظلم ڪرڻ جا طور طريقا به مختلف آهن.

ان ڪري سرگهاتو کي ساموندي شهرن سان وابسته زندگي جي سمورن پاسن جي حوالن سان جاچڻ ۽ سمجهڻ کهرجي، ان جي علامتن کي به ان پس منظر ۾ ڏسڻ گهرجي. سنڌ جي سرحدن ۾ جيترو به سمنڊ اچي ٿو، ان جي ڪنارن تي صدين کان ماڻهو رهندا اچن، سمنڊ ۾ صدين کان سيلاني ۽ ساموندي ڌاڙيل ۽حملا آور به سفر ڪندا رهن ٿا، مقامي ماڻهو سمنڊ جي وسلين مان روز گار حاصل ڪندا رهن ٿا. سمنڊ جي سهوليت ڪري وسيلن جي واڌ به ٿيندي رهي ٿي. پورهيت جي واڌو حصي تي قبضي ڪرڻ خاطر ڏيهي ۽ پرڏيهي پرمارن ۾ دوستيون ۽ ياريون به ٿين ٿيون ۽ لوڪ ان استحصال ۽ انڌير

خلاف اٿي ڪڙو ٿني ٿو. مقابلا ٿين ٿا، هار ۽ جيت جا فيصلا ٿين ٿا. ان سرجي پويان ڪهڙو تاريخي واقعو لڪل آهي،؟ محققن کي اهو ڳولڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته ڀٽائي پراڻا قصا ته علامتي طور ڪنيا آهن. ڀٽائي جو مقصد اهي ڪهاڻيون نظم ۾ ٻڌائڻ نه هيو، انجو ثبوت اهو آهي ته ڀٽائي ڪابه پراڻي ڪهاڻي پنهنجي شاعري ۾ پيرائتي نه ٻڌائي آهي. مثال طور سومارني ۾ ڀٽائي مارني جي ڪوهه تان ڪڇڻ ڪان وني ڪوٽ ۾ بند ڪرڻ ۽ آخر ۾ آزاد ڪرڻ تائين لفظ به لفظ تفصيلي آکاڻي نه ٻڌائي آهي. ڀٽائي ته ان علامت ۾ پنهنجي دورڪي، پنهنجي دور جي اهم واقعن، حادثن، المين ۽ ظلمن ۽ حقيقتن کي بيان ڪري، گڏوگڏ انهن ڪان ڇوٽڪاري جون سوچون به ڏنيون آهن. اهڙي طرح سر گهاتو ۾ به ڀٽائي سمنڊ ۽ سمنڊ سان وابسته خزاني، روزگار ۽ شهريا ڳوٺ جي حوالي سان پيدا ٿيل ڪنهن واقعي کي علامتي رنگ ۾ ڳايو ٿو ڏسجي. ان واقعي جو هيروان علائقي جو مقامي عوام آهي ۽ ولين سمنڊ سان واسطو رکندڙ شين، شهرن ۽ وستين ۽ واهڻن تي ناجائز قبضه گير يا سامونڊي رهزن يا ڌو رانهين ملڪن تي قبضي جي خيال ڪان سروي ڪندڙ فوجي جٿو آهي، جيڪو اچي ڪلاچي بستي تي لهي ٿو ۽ ماڻهن پاران شڪار ٿيندڙ ڍير مڇي جا ڏسي، انهن جي ڦرلٽ ڪني هجي يا انهن ڪان غنڊا ٽيڪس وصول ڪني هجي يا ڪنهن ٻي طرح انهنکي تنگ ڪيو هجي، بيزار ڪيو هجي ۽ پوءِ عذاب سهي سهي، انهن مقامي ماڻهن يا مهاڻن مان ڪن نوجوانن جلد بازي ڪري انهن سان مهاڏو اٽڪايو هجي ۽ شهيد ٿي ويا هجن، پر پوءِ انهن غاصبن سان مقامي ماڻهو هڪ منظم ۽ متحد تنظيم ذريعي هڪ رٿابندي ۽ غور فڪر سان ۽ طاقت ڪڏ ڪري وڙهيا هجن ۽ سوڀ ماڻي هجي ۽ اهڙي طرح هڪ واقعي جنم ورتو هجي، جهڙو ڀٽائي کان اڳ موري ۽ مانگر مڇ جي ڪهاڻي ۾ موجود هو. ڀٽائي ان

پرائي ڪهاڻي ۾ پنهنجي دور جي نئين ڪهاڻي تمثيلي طور قلمبند ڪئي هجي.

## حوالا ۽ مددي ڪتاب


(۱) سرگهاتو ڪتاب" مرتب حميد سنڌي پٽ شاهه ثقافتي مرڪز
(۲) لطيف سائين جالاڙ تان ڀيرا- محمد سومار شيخ
(۳) مورڙو ۽ مانگر مڇ - ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ
(۴) شاهه جو رسالو - ڪلياڻ آڏواڻي
(۵) شاهه جو رسالو - علامه آءِ آءِ قاضي
(٦) شاهه لطيف جي شاعري - تنوير عباسي
(۷) شاهه سچل سامي - محمد ابراهيم جويو.
(۸) شاهه لطيف جي شاعري ۾ علامت نگاري- ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو
(۹) انڌا اونڌا ويچ- رسول بخش پليجو
(۱۰) پيغام لطيف- جي - ايم- سيد
(۱۱) شاه جي رسالي جو مطالعو- دين محمد وفائي
(۱۲) شاه جو رسالو - گربخشاڻي

محمد علي حداد

# سچل جو پهريون سيرت نگار

## فقير قادر بخش بيدل

مَيان عبدالوهاب سچل سرمست(١٧٣٩- ١٨٢٧ء) جو نالو سنڌ جي صوفيانہ ادب ۾ هڪ اهم شخصيت جي حيثيت سان ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو. سچل سرمست تصوف جي همہ اوست واري نظريي سان تعلق رکندڙ حساس نکتن کي بلڪل بي ڊپائيءَ سان پنهنجي ڪلام ۾ نروار نموني سان بيان ڪيو آهي. انهيءَ بي باڪيءَ واري اظهار سبب "سرمست" واري صفت سندس نالي جو جز بڻجي ويئي آهي.

سچل سرمست جي ڪلام، پنهنجي عهد جي مڙني اهل دل شاعرن تي پنهنجو ڀرپور اثر ڇڏيو آهي. سچل سرمست جي انهيءَ زور دار اثر کان فقير قادر بخش "بيدل" بہ آزاد رهي نہ سگهيو، بيدل جي شاعريءَ تي، سچل سرمست جي فڪر جي ڇاپ نمايان نظر اچي ٿي.

بيدل فقير (١٨١۴- ١٨٧٢ء) جي حياتيءَ جو احوال پڙهندي خبر پوي ٿي تہ بيدل فقير سيوهڻ، پير جوڳوٺ، پريالوءِ، پٽ شاهہ، جهوڪ، نوشهري، تجل ۽ درازن جي درگاهن جي حاضري ڀري آيو هو ۽ اتان جي سجاده نشينن سان خوب روح رچنديون ڪيون هيائين. بيدل جو خود سچل سان مکان ميلو بہ ٿيو هيو يا نہ - ان جي باري ۾ ڪا کُليل شاهدي ڪانہ ٿي ملي. باقي اها تصديق ٿيل حقيقت آهي تہ بيدل فقير درازن ۾ ڪجهہ وقت ترسيو بہ هيو ۽ سچل سائينءَ جي خاص ٻالڪن: نانڪ يوسف، گهرام فقير ۽ محمد صلاح سان اڪثر ملاقاتيون بہ ٿينديون رهنديون هيس. ٻنهين واري محمد صلاح

لاءِ ته مرحوم عبدالحسين شاه موسوي ايتري تائين به لکيو آهي ته، گهڻو ڪري سندن روزاني روح رهاڻ ٿينديون هيون.

فقير قادر بخش بيدل ڇڙو عاشق مجاز شاعر نه هو، بلڪ گهڻي مطالعي ۽ وسيع مشاهدي وارو، پنهنجي عهد جو هڪ بي بدل عالم به هيو. سندس تصنيفن جو تعداد ٽيويهن تائين چيو وڃي ٿو. انهن تصنيفن جي نالن سان گڏ جيڪو مختصر تعارف ڏنو ويو آهي تنهنڪي ڏسندي معلوم ٿئي ٿو ته، بيدل فقير جتي قرآن، حديث، تصوف ۽ طب جو سٺو ڄاڻو هو، اتي عربي، ايراني، هندوستاني ۽ سنڌي عارفانه ڪلام جو به چڱو ته حافظ هيو.

بيدل بلاشڪ هڪ پڙهيل ڪڙهيل عارف شخص هيو. پنهنجي علمي ڄاڻ ۽ محبت جي مٺاڻ سان لبريز شخصيت سبب بيدل پنهنجي وقت جو هڪ مقبول ۽ محترم شاعر ٿي گذريو آهي.

ديوان بيدل جي ٽين ڇاپي ۾ سچل سائينءَ جي وصال متعلق ٽن مختلف هنڌن تي بيدل جو ڪلام ملي ٿو. سڀ کان پهريائين صفحي ١٢٧ تي "روپ جهنگلو" ۾ هڪ، هيءَ سنڌي ڪافي درج آهي:

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو
مست سالڪ من سچو، عارف اتي اظهار هو

١- برهه جي برسات جو تنهن وير تي وسڪار هو
ظاهر و باطن تنهين وٽ، درد جو ڏڏڪار هو

٢- وجد وحدت جو سدا، خاصو تنهين خمار هو
مرد سو منصور وانگر، عشق جو اوتار هو
٣- منجهه سخن تنهن جي، الوهيت سندو آثار هو
جنگ جذبي جوش، مستيءَ ۾ مثل عطار هو

۴- پنهنجي راني پرين، نوي ورهيہ نروار هو
وصل جي پوء موج ماڻي، ذوق جو ذخار هو

۵- طور ٻارنهن سو ٻنيتاليهه ۾ طيار هو
چوڏهين رمضان جي هادي پون هسوار هو

٦- قربدار جي ڪٽڪ ۾ مرد منصبدار هو
در تنهين داتا جي "بيدل" پرت جو پينار هو.

ساڳي ني ڪتاب جي صفحي ۲۷۵ تي فارسيءَ ۾ غزل نما هڪ نظم "تاريخهاء" جي عنوان سان ڏنل آهي. جنهن ۾ جناب خاتم النبين صلي الله عليہ وآله وسلم جن جي رحلت کان وٺي سچل سائينءَ جي وصال تائين ڪل ۲٦ اهم شخصيتن جي تاريخ وفات لاءِ ڪل ۲۷ اشعار چيل آهن. انهن تاريخ رحلت وارن شعرن مان سچل سائينءَ لاءِ هڪ شعر ۾ هي الفاظ آهن:

سالڪ مستان سچو چون ڪہ پيوست بحق
عاشق سرمست هو، بنوشته شد تاريخ آن. سن (۱۲۴۲هہ).

ذڪر ڪيل ڪتاب جي صفحي ۳۸٦ تي فارسيءَ ۾ ني جيڪا قطعہ تاريخ ڏنل آهي اها هن ريت آهي:

چو سالڪ سچو زين طلسم مجاز
سوي آسمان رفت چون شاهباز
زهي صاحب وجد منصور وقت
کر بي مثل بوده بسوز وگداز
به هنگام سر جوشيء حالتش
نگاهش به هر سوي طالب نواز
به نيم التفات کزو يافتند
بيک لحظه طي گشت راه دراز

زهردو جهان دست شست آن کسي
ڪہ شد محرم راز آن عشقباز

•

چو شد جان او عازم وصل اصل
شنيد ارجعي باهزار عز وناز

•

دلم جست سالي وصالش زجان
بگفتا: که درياي زخار راز.

۱۲۴۲هہ

'بيدل فقير سچل سائين جي سيرت جا جيڪي نقش چٽيا آهن تن روشن نقشن جي روشنيءَ ۾ بيدل فقير جي هن سيرت نگاريءَ متعلق مان ٻہ ڳالهيون ضرور چوندس.

هڪ هيءَ تہ بيدل جي هيءَ سيرت نگاري سچ پچ تہ سچل سائينءَ تي پهرين ڀرپور سيرت نگاري آهي. هن کان اڳ سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ ٻني ڪنهن بہ عالم يا شاعر طرفان سچل سائينءَ جي ايترن رُخن کي نروار ڪندڙ سيرت نگاري نظر مان نٿي گذري. انهيءَ لحاظ کان بيدل فقير، سچل سائينءَ جو پهريون سيرت نگار ثابت ٿئي ٿو.

هن سيرت نگاريءَ متعلق جيڪا ٻي ڳالهہ مونکي چٽي نظر اچي ٿي، اها هيءَ آهي تہ بيدل فقير جي طرفان سچل سائينءَ جي سيرت نگاريءَ وقت جيڪي الفاظ ڪتب آندل آهن، اهي سچل سان عقيدت جي اظهار کان وڌيڪ، سچل سرمست جي مطالعي جي آڌار تي چيل، حقيقت جي جوت سان ٻهڪندڙ الفاظ آهن. جو جو بيدل فقير، سچل سرمست لاءِ جيڪي بہ الفاظ استعمال ڪيا آهن، تن جي سند خود سچل جي ڪلام جي سرسري مطالعي مان بہ ملي وڃي ٿي.

هت اسين مثال خاطر بيدل فقير طرفان سچل سائينءَ

لاءِ ڪتب آندل القاب مان، چند الفاظ خود سچل سرمست جي ڪلام مان سند طور پيش ڪريون ٿا:

بيدل فقير جي ڪافي جو ٿلهه آهي:

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو
مست سالڪ من سچو عارف اتي اظهار هو.

الف- سچل جي ڪلام ۾ **درازن ۾ عجب اسرار** جي سند:

سنڌي: ١- سچو صحيح ڪرين هي، هو عشق جو اسرار. (ع/٢١٨)
٢- اصل آهيان اسرار، ظاهر ڳالهه زبانون ناهي. (ع/٨٧)

سرائڪي: ١- وچ وصال فراق ڳدوسي، اهو سچو ڪيها اسرار. (ع/٨٨)
٢. ڪريان اسرارمئين ظاهر، هني حيرت ۾ حيراني. (ع/١٥٢)

**اردو باري برهہ کا بارهے، سر عاشقان سينگار هے**
**سچل کے سرخمار هے- يهي عشق کا اسرار هے.** (ع/٢٠٥)

**٢ عجب هے بات باطن کي، بگوش-، دل کي تم سنکر**
**يقين کي آئو ميدان ۾، اصل اسرار تم هوگا.** (ع/٢٠٢)

فارسي:

١- دل امروز چشمان را ڪ پرخمارمي بينم
زمخموري عجائب ها عجب اسرارمي بينم (آشڪار/١٢)

٢- گربگوني مي شوم واقف از اسرار راز
پس توڪن باصدق دل روني بسو شهر دراز (آشڪار/١٥٢)

ب: سچل سائينءَ جي ڪلام ۾ مست، سالڪ ۽ عارف جي سند.
سچل پاڻ کي تمام گهڻن هنڌن تي مست سڏيو آهي، هت صرف چنن مثالن تي اڪتفا ڪجي ٿي.

سنڌي:

١- ڪيڙو مست پرين جي ناز مونکي
وسريو روزو نہ آ ياد نماز مونکي (ن/٢٦٤)

٢- ڪورنگ ڪوني ڀي رنگ چوي، ڪومستومست ملنگ چوي (ع/٧٦)

سرائڪي:

١- مين مستاني ڏيک ڪي ٿي هان، چشمان دي چمڪار (ع/٦٦)
٢- مست اهي ميخاني اندر منگ وتي سي مستي
٢ جنهن دل پيتا عشق داجام، سادل مستومست مدام (ع/٢٥)

اردو:

وه ناز غمري ڪالٽڪ چڙهيا وو دلبر سرميري
جادو لگا پر دل ميري جادوگري مستان ڪيا. (ع/٦٥)

فارسي:

١- من مست شرابيم شرابيم شرابيم
سلطان جهانيم بنظر خلق خرابيم (آشڪار/٢٦)

٢- اين طعنہ مزن زاهد من مست الستم
من غير خدانيم والله کہ من آنم (آشڪار/٢٢)

سچل سائين وٽ سالڪ لفظ جو استعمال:

١- آءُ ادا سالڪ صحيح ڪرتون طلسمات ڪي (ع/١٢١)
٢- ڳالهہ سچل جي سالڪ سمجهن، لوڪ ليکي ٻيو ڇاهي (ع/٢٤٩)
٣- سالڪ راهہ سڃاڻين، پاڻ نظر ۾ آڻين. (ع/٣٥٥)
٤- صاف ٿي نڪريا سچو، سي صاف سالڪ جي هوا (ع/٧١)

لفظ عارف بہ سچل جي ڪلام ۾ اڪثر هنڌن تي ملي وڃي ٿو جهڙوڪ:

١- ڪير هيڙس ڪير ٿي آيس نرالي نام ۾
اصل ڪنون عارف اهو آندو جڏهن انجام ۾ (ع/٧٢)

٢- عارف وعاشق بود اين هر دو القاب ست او
صد هزاران جام مي توحيد ازساقي چشيد. (آشڪار/١٠)

٢- جسم وجان ودل همانست توکجاني توکجا
اين سخن از عارفانس توکجاني توکجا (آشکار/٥٢)
ج- بيدل فقير سچل کي "منصور وانگر" ۽ "منصور - وقت" سڏيو آهي سچل جي ڪلام جي مطالعي وقت جيڪا حقيقت عيان ٿني ٿي اها هي آهي ته، سچل سرمست پنهنجي پيش رو صوفي بزرگن مان سڀ کان گهڻو ذکر منصور جو ڪيو آهي ۽ ان سان گڏوگڏ خود پاڻ کي به منصور سڏيو اٿائين- مثلا:
١- مڙس ني منصور چنو، نه ته ڪيم - چنو منصور آءُ (ع/١٣٢)

٢- ڪڏهن عيسي ڪڏهن موسي فرعون ٿي حکم هلايم ٿي
ڪڏهن منصور، ڪڏهن شمس الحق اهي سر تي سو سهايم ٿي (ع/٨٢)

٣- ملان تي منصور پيي توهين
ايڏون اوڏون هڪ توهين
ڪل منظور ڪتوني (ع/١٢٦)
مي زنم نعريء انالحق آشکار
اندرين آخر زمان منصور وار (آشکار/١٤٦)

د- ساڳي طرح سچل وٽ عطار لاءِ بيحد عزت ۽ احترام آهي ديوان آشڪار ۾ منصور کان پوءِ اگر ڪنهن صوفي بزرگ جو وڏ ۾ وڏ نالو کنيل آهي ته اهو عطار آهي. پنهنجي هڪ فارسي شعر ۾ ته ايتري تائين به چيو اٿائين ته:
"عطار نه بود خدا بود خدا بود."

اي دلا خوشبو زشه عطار در جانم رسيد
آن زبان يکبارگي از کفروديــن ماراکشيد. (آشکار/٩٠)

هه- بيدل فقير، سچل سائينءَ کي سرمست به سڏيو آهي. غالبا

بيدل جي "عاشق سرمست هو" واري وصال جي تاريخ بعد ئي سچل سان گڏ سرمست جو لفظ بہ چڻ تہ لازم وملزوم ٿي ويو. خود سچل بہ پاڻ کي ڪيترائي دفعا سرمست سڏايو آهي.

۱. ڪرمست ڪوني سرمست چوي، ڪوراھ تي دين درست چوي
ڪو عاشق روز الست چوي، آءُ جوني آهيان سوني آهيان. (ع/٦٧)

۲- مستان تون سرمست جو ڪيتوني، سچو ڪون بيچارا (ع/٢٩)

۳- مستيم شدم زياده سرمست
دل ماڪہ زڪفرودين برگشت (آشڪار/٧١)

۴- ميدهم آتش بہ مسجد وديد ها
گشتہ ام سرمست حالا چون ڪنم (آشڪار/٢٠)

۵- سرمست شدي تو آشڪارا
پس خواجہ بباش ني غلامي. (آشڪار/١٤٧)

و- مٿين چند مثالن کان سواءِ، هيٺ چند سٽون سچل جي ڪلام مان چونڊي رکجن ٿيون. انهن سٽن پڙهندي بہ واضح ٿئي ٿو تہ بيدل فقير، ميان عبدالوهاب سچل سرمست جي سيرت نگاريءَ کان اڳ سچل جي ڪلام جو دلجمعيءَ سان مطالعو ڪيو هو. بيدل جو اڳيم پيش ڪيل ڪلام ڏسو ۽ هي سٽون ڏسو:
۱- سدا آهي سچو ڪي پينر برھ بهار (ع/٣٠٨)
۲- بحر برھ دا تارو تار، موجان موج پئي باهار (ع/١٢٢)
۳- وسي تنهنجي ورھ جو بادل هت بسيار (ع/٢٧٧)

۴- سچو سرتيا وچ ظاهر دريا،
دل ڪيتا ڏڏڪار. (ع/۱۲۲)
۵- ڳهيليون انهيءَ ڳالهه جو خوني آهي خمار. (ع/۲۹)
٦- يا وت باشي برهي دا، وت شاهين يا شاهباز (ع/۲۸۵)
۷- من آن شهباز از دست شاهانه
ڪه پروازي نمودن از زمانه (آشڪار/۱۰۷)
۸- سوز گداز سبق اسان نون سچو يار سڪاياهي. (ع/۲۵۸)
۹-حرف الله تي معني هو، ظاهر هو تي باطن هو (ع/۲٦۴)
۱۰- خويش رامحو ڪن ظاهر و باطن آن خدا
درعيان ودر نهانست توڪجائي توڪجا. (آشڪار/۵۲)

۱۱- سانون مليا محرم يار، اري الا الا ميڏا پلائيا. (ع/۲۷۵)
۱۲- واڪا ڪيون ٿو وهي دل اندر درياهه. (ع/۲۱۷)
۱۳- انهين بحر وچ منين وچ پنيان
جنهن دانهين ڪوئي ڪنار. (ع/۱۲۳)

۱۴- ڪل شي يرجع الي اصل اسر راجع شو به پس. (آشڪار/۲۴)

## نشانيون

ع = علي قلي بيگ وارو رسالو
ن = نمائو فقير وارو رسالو
آشڪار= ديوان اشڪار مرتب قاضي علي اڪبر

# ببليو گرافي


۱- انصاري، گل محمد: "ڪلام بيدل". حصہ اول، روهڙي. ۱۹۸۹ع.

۲- درازي، علي اڪبر: "ديوان آشڪار". حصہ اول، حصہ دوم، محڪمہ اوقاف سنڌ، حيدرآباد. ۱۹۸۱ع ۱۹۸۲ع.

۳- علي قلي بيگ: "رسالو سچل سائين جو"، جلد اول، هري سنگهہ سنس، سکر، ۱۹۰۲ع.

۴- موسوي، سيد عبدالحسين شاه: "ديوان بيدل" سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو- ٽيون ڇاپو- ۱۹۹۱ع.

۵- نماڻو فقير: " سچل جو ڪلام"، بڙودا - ۱۹۵۲ع.






# سنڌيءَ ۾ ٻارن لاءِ شاعري

•عام چوڻي آهي تہ: "ٻار آئيندي جو ابو آهي." ۽ ان کان بہ اڳتي ٽئگورچيو آهي: " هر نئون جاول ٻار پاڻ سان اهو پيغام آڻي ٿو تہ، خدا اڃا انسان مان مايوس ناهي ٿيو." ھين لفظن ۾ ٻار نہ رڳو خوشحال آئيندي جي سڃاڻپ آهي، پر هو انسان ۽ ڪائنات جي بقا جي علامت پڻ آهي. ھاڻي جي انسانُ پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجي چوڌاري ڦهليل رنگن ۽ روپن کي سلامت رکڻ جو خواهشمند آهي تہ ڪيس " ٻار" جي سک ۽ سلامتيءَ لاءِ هر قسم جا جتن ڪرڻا پوندا- ٻار جيئن تہ اسانجو آئيندو آهي. ان لاءِ سندس جيون جي جهول ۾ اسان جيڪي وجهنداسي، اڳتي هلي اهوئي اسانکي موٽي ملندو، پوءِ اهي گل هجن يا ڪنڊا، مُرڪ هجي يا لڙڪ، ساوڪ هجي يا سوڪهڙو.

دنيا جي هر معاشري ۾ ٻارن جي جسماني پرورش سان گڏ، سندن ذهني تربيت جو بہ خاص خيال رکيو ويندو آهي. ٻارن جي حوالي سان سندن ذهني اوسر ۽ تربيت کي نظر ۾ رکندي. هر ٻوليءَ جي ادب ۾، ٻارن جي ادب جي تخليق ڏي خاص ڌيان ڏنو ويچي ٿو ۽ ان جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ ڪوششون ورتيون وڃن ٿيون، "چاڪاڻ تہ ٻار ايندڙ دنيا جا باشندا آهن ۽ ايندڙ دنيا خوبصورت دنيا هئڻ گهرجي. اهڙو نئين قسم جو انسان پيدا ڪرڻ لاءِ، صحيح، نموني جي ساهت ۽ وندر جي ضرورت آهي. ٻاراڻو ساهت ڀل تہ سادو سودو هجي، پر ان جو مقام ٻني هرادب کان مٿي آهي، ڇو تہ صحيح انسان پيدا ڪرڻ جي ڏس ۾ اهو ادب هڪ بنيادي پٿر آهي."(١)

سنڌيءَ ۾ ٻاراڻي ادب جي شروعات، انگريزن جي دور



(١) ڪيرت ٻاٻاڻي- ٻال ساهت، ڪويتا ساهت مالها، احمد آباد (انڊيا) مئي. ١٩٨٠ء، ص:١٠

کان ٿي. ان سلسلي ۾ پهريون ڪتاب ننديرام ميرچندائيءَ جو ٻارن لاءِ لکيل درسي ڪتاب " ٻابنامو" هيو، جيڪو ۱۸۵۲ء ۾ ڇپيو. جيتوڻيڪ هيءُ هڪ درسي ڪتاب هيو، پر تڏهن به ٻاراڻي ادب ۾ سندس حيثيت پيڙهه جي پٿر واري آهي. ۱۸۵۲ء ۾ سربارٽل فريئر جي ڪمشنريءَ واري دور ۾ جڏهن سنڌي صورتخطي تيار ٿي ته، سنڌي ادب ۾ ٻاراڻن ڪتابن ۽ ٻارن لاءِ لکڻين جو سلسلو به هلي پيو. جن ۾ درسي ڪتاب، ترجما ۽ تخليقون شامل آهن. انهن ڪتابن ۾ ۱۸۵۴ء ۾ ننديرام ۽ ايلس جو ترجمو ڪيل "ايسپ جون آکاڻيون" ، ۱۸۵۵ء ۾ ميران محمد شاهه اول جو" سڌاتورو ڪڌاتورو" (جنهن جو خيال ورتل آهي) ۽ پوءِ مرزا قليچ بيگ جا ٻارن لاءِ ترجمو ڪيل ۽ لکيل بيشمار ڪتاب خاص اهميت رکن ٿا. انگريزن جي دور ۾ جيتوڻيڪ ٻارن لاءِ نثري ڪتابن ۽ لکڻين جو ڳاٽيڙو جهجهو رهيو، پر نظم جي ڪتابن جي شديد کوٽ رهي- توڙي جو اها مجيل حقيقت آهي ته نثر کان نظم وڌيڪ اثرائتو ٿئي ٿو، خاص طور تي ننڍڙن ٻارن کي ته بيت ۽ گيت ڏاڍا وڻندا آهن. منجهن آيل حقيقتون ۽ نصيحتون ٻارن جي دل ۽ دماغ تي گهرو اثر ڪنديون آهن ۽ اهي ٻارن کي پڙهڻ، جهونگارڻ ۽ ياد ڪرڻ ۾ سولا ٿيندا آهن. بهرحال ورهاڱي کان اڳ واري دور ۾ اسانکي ٻارن جي درسي ڪتابن ۽ رسالن ۾ جن شاعرن جا گيت ۽ نظم ملن ٿا، تن ۾ محمد صديق مسافر، ڪاڪي ڀيرو مل، ڪشنچند بيوس، هري دلگير، ليکراج عزيز، مرزا قليچ بيگ ۽ پرسرام ضياء جا نالا بي حد اهم آهن. ڪشنچند بيوس جا نظم "اچو ته ننڍڙي ريل هلايون"- "ڦوڪي ڦاڙ نه ڦوڪڻو." "منڙا گهوڙا اوري آءُ-" "ينيوري" ۽ ڪاڪي ڀيرومل جو نظم" واهه ڙي تارا گول تارا." ، نه رڳو پنهنجي دور جي حوالي سان پر اڄ به ٻارن جي شاعريءَ ۾ شاهڪار جي حيثيت رکن ٿا. ورهاڱي

ڪانپوءِ واري دؤر ۾ ٻه درسي ڪتابن، ڪجهه ٻاراڻن رسالن ۽ ڪتابي سلسلن ۾ ڪجهه شاعرن جا، ٻارن لاءِ لکيل نظم، گيت ۽ ٻول شايع ٿيندا رهيا، پر اهي هڪ جاءِ تي ڪتابي صورت ۾ سهيڙجي نه سگهيا. انهن شاعرن ۾ مرزا قليچ بيگ، ڪشنچند بيوس، هري دلگير، نثار بزمي، استاد بخاري، نادم ٻچل شاهي، سليم ڳاڙهوي، الطاف عباسي، بردي سنڌي، رشيد احمد لاشاري، احمد خان آصف، تنوير عباسي ۽ امداد حسينيءَ جا نالا ذڪر لائق آهن. حيرت جي ڳالهه اها به آهي ته ١٩٤٧ع کان ١٩٧٢ع تائين واري ٢٦ سالن جي عرصي ۾ ٻارن لاءِ ٻولن ۽ گيتن جو ڪو به ڪتاب شايع نه ٿيو آهي.

١٩٧٢ع کانپوءِ واري دؤر ۾ بهرحال ان ماٺ ۾ چرپر پيدا ٿي ۽ ٻارن لاءِ گيتن ۽ نظمن تي مشتمل ڪتابن ڇپجڻ جي شروعات ٿي. پر اها رفتار به اطمينان جوڳي نه هئي. سنڌ ۾ ٻاراڻي ادب ۽ شاعريءَ کي اٿوند واري حالت مان ڪڍڻ ۾ روزاني اخبارن، ادارن ۽ تنظيمن اهم ڪردار ادا ڪيو. انهن ادارن ۾، محترم اياز پاتوليءَ جو "گلشن ادب ٽنڊو محمد خان" "اداره گلستان حيدرآباد" "ٻارن جي ٻاري بدين." "سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو." "انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي ڄامشورو." "آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس حيدرآباد." "امين ڪتاب گهر حيدرآباد" "آر. ايم. فتح اينڊ برادرس حيدرآباد" ۽ مقبول پٺيءَ جي رسالي "گلستان" جا نالا اهم آهن. انهن ادارن وڏي تعداد ۾ ٻارن لاءِ ڪهاڻين، گيتن، نظمن ۽ ٻين موضوعن تي مشتمل ڪتاب ڇپرايا. جڏهن ته روزانو" عبرت" حيدرآباد پاران "ٻارن جي ٻاري"، روزانو" هلال پاڪستان" ڪراچي، "گلن جهڙا ٻارڙا،" "چٽنگ پبليڪيشن دادو،" "چٽنگ سنگت،" "گلشن ادب ٽنڊو محمد خان،" "گلشن سنگت،" "پوپٽ پبليڪيشن خيرپور،" "سنڌ ٻالڪ سنگت،" سجاڳ ٻار پبليڪيشن حيدرآباد، "سجاڳ

ٻار تحريڪ،" سانڍ پبليڪيشن گهوٽڪي،، "سانڍ ٻارڙا سنگت،" جي نالن سان ٻارن جي تنظيمن جو بنياد وڌو، ۽ ٻارن لاءِ رسالن ۽ ڪتابن جو سلسلو جاري ڪيو. انهن تنظيمن ۽ ادارن، ٻارائي ادب جي واڌاري لاءِ ساراهڻ جهڙو ڪردار ادا ڪيو ۽ ٻارائي ادب جا اهم ليکڪ پيدا ڪيا، پر اڳتي هلي اهي تنظيمون ۽ ادارا به روايتي سستيءَ ۽ مالي مونجهارن ۽ مسئلن جو شڪار ٿي ختم ٿي ويا. هن وقت سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري پاران شايع ٿيندڙ ماهوار رسالو "گل ڦل،" ماهوار "گلڙا" شڪارپور، ماهوار، "مرڪ" ڪراچي ۽" سنڌي ٻارڙا پبليڪيشن "حيدرآباد، ٻارن جي ادب جي اشاعت جي سلسلي ۾ پاڻ ملهائي رهيا آهن.

١٩٤٧ء کان ١٩٧٢ء تائين ٢٦ سالن جي هڪ ڊگهي ماٺ کانپوءِ، ٻارن لاءِ گيتن ۽ نظمن تي مشتمل پهريون ڪتاب، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي ڄامشوري پاران" **ٻاراڻا ٻول**" جي نالي سان، جون ١٩٧٥ء ۾ شايع ٿيو. هي ڪتاب محترم ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جو ترتيب ڏنل آهي. هن ڪتاب ۾ مختلف شاعرن جا ٢٥ چونڊ گيت ۽ نظم شامل آهن. جن جي ٻولي سليس، سادي ۽ روان آهي. ڪتاب ۾ شامل گيت وندر سان گڏ معلومات سان ٽمٽار آهن ۽ ننڍڙي بحر ۾ رچيل آهن.

هن ڪتاب جي شايع ٿيڻ کانپوءِ، پنهنجي ذميدارين کي محسوس ڪندي، پنهنجي ٻالپڻ جو قرض لاهڻ لاءِ ثبوت ڏنين ٿهيءَ جي ڪيترن شاعرن، پاڻ کان اڳ واري شاعرن سان گڏجي سنڌن لاءِ گيت لکي ڏنو، هنن پنهنجي گيتن ۽ نظمن وسيلي، ڪين علم، سکيا ۽ وندر جو سامان مهيا ڪري ڏنو، ته جيئن هو آزاد فضائن ۾ انساني ڀائيچاري، امن، اخلاق، سچائيءَ ۽ ديس دوستيءَ جي علامت ٿي زندگي گذاري سگهن. ١٩٧٢ء کانپوءِ ۽ خاص طور تي ٻارن جي ملهايل عالمي سال ١٩٧٩ء کان وٺي

هيل تائين، نثر جي مقابلي ۾ ٻارن لاءِ گيتن، نظمن ۽ ٻولن جا مجموعا وڏيڪ تعداد ۾ شايع ٿيا آهن. هن دؤر ۾ ٻارن لاءِ شعر رچيندڙ شاعرن جو ذڪر ۽ سندن ڪتابن ۽ ٻارن جي شاعريءَ تي مشتمل ٻين ڪتابن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

## استاد بخاري

ٻارن جي شاعريءَ جي حوالي سان سنڌيءَ جي ناميارو شاعر استاد بخاريءَ جو نالو بي حد اهم آهي. هن ٻارن جي نفسيات ۽ سندن ذهني تربيت کي ذهن ۾ رکي ٻارن لاءِ پيارا پيارا گيت ۽ نظم رچيا آهن، جن ۾ وندر سان گڏ ڀائيچاري، اخلاق ۽ محبت جو سبق سمايل آهي. استاد بخاريءَ جا ٻارن لاءِ ٻه ڪتاب شايع ٿيل آهن.

١- **ٻاراٽا گيت:** هي ڪتاب ٻارن لاءِ چونڊ گيتن ۽ نظمن تي مشتمل آهي. جنهن ۾ مختلف شاعرن جا ٦٥ گيت شامل آهن. استاد بخاريءَ جو ترتيب ڏنل هي ڪتاب، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري پاران ١٩٨١ء ۾ شايع ٿيل آهي.

٢- **هي گيت گلابي ٻارن جا:** گيتن، نظمن ۽ ٻولن تي ٻڌل هن ڪتاب ۾ استاد بخاريءَ جا چيل ٥٨ گيت شامل آهن. جيڪي ٻارن جي مزاج جي چٽي ترجماني ڪن ٿا. ٻارن لاءِ شاعريءَ جو هي اهم ڪتاب آهي. جنهن کي ڊسمبر ١٩٨٠ء ۾ سنڌي ادبين جي سهڪاري سنگت حيدرآباد شايع ڪرايو آهي.

## سوسن مرزا

مشهور ادبي قليچ خاندان سان تعلق رکندڙ شاعرا، سوسن مرزا جو ٻارن لاءِ لکيل شعري مجموعو، **”سيان جا ٻيجل.“** گلن جهڙا ٻارڙا پبليڪيشن حيدرآباد پاران ١٩٧٧ء ۾ شايع ٿيو آهي. ڪتاب ۾ ننڍڙا ۽ دلچسپ گيت ۽ نظم ڏنا ويا

آهن. جن ۾ گھڻائي ننڍڙي بحر ۾ رچيل وندر وروڻهن واري نظمن جي آهي. سوسن مرزا جو ويجهڙ ۾ ڪو ليڪ شايع نه ٿيو آهي. "سپان جا ٻيجل" جو مهاڳ ناماري شاعره سحر امداد جو لکيل آهي.

## ادل سومرو

ٻارن لاءِ شاعري رچيندڙن ۾، ننين ٽهيءَ جي ناماري شاعرادل سومري جو نالو، هڪ بنيادي حوالي جي حيثيت رکي ٿو. ننين ٽهيءَ ۾ هن وقت تائين معيار ۽ ڪتابن جي ڳڻپيءَ جي حوالي سان سندس نالو سر فهرست آهي. ائين چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو ته، ادل سومري جي حوالي کانسواءِ سنڌي ٻاراڻي ادب جي تاريخ مڪمل نه سمجهي ويندي. هن جي گيتن، نظمن ۽ ٻولن ۾ موضوعن جي رنگارنگي آهي، جن ۾ ٻارن جي ڪيفيتن، حرڪتن ۽ خواهشن وغيره کي دلچسپ انداز ۾ سمايو ويو آهي. ٻارن کي ڪل پوڳ واري انداز ۾، اخلاقي سکيا ۽ علم ڏين سان گڏ، سائنسي ايجادن جي باري ۾ ڄاڻ ڏين جو ڪم ادل خوبصورت رنگ ۽ ڍنگ سان ڪيو آهي. سندس هيل تائين ميبان ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن ۽ سندس لکڻ جو سلسلو اڃا به جاري آهي.

١- **روز ٽڙن رابيل:** مارچ ١٩٧٧ع ۾ مکڙي پبليڪيشن سکر پاران شايع ٿيو آهي. هن ڪتاب ۾ ٢٢ گيتن ۽ نظمن سان گڏ الف ب تي رچيل ٻاراڻا ٻول شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ مشهور اديب محترم رشيد ڀٽيءَ لکيو آهي.

٢- **چنڊ پشم گولو:** ٻارن جي عالمي سال ١٩٧٩ع جي سلسلي ۾ سنڌ گريجوئيٽس انسوسيئشن سکر پاران ڇپايل هن گيتن ۽ نظمن تي مشتمل ڪتاب ۾ مزيدار، کلائيندڙ ۽ سمجهه ڏيندڙ ٢٦ گيت ۽ نظم شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ مشهور شاعر استاد بخاريءَ جو لکيل آهي.

٣- **پتلين جو تماشو:** آڪم پبلشنگ ايجنسي حيدرآباد پاران،

ڊسمبر ١٩٨٢ع ۾ شايع ٿيو. ڪتاب ۾ ٢٦ گيت ۽ نظم ڏنل آهن.
٤- **پوپٽ جهڙا گيت:** هن ڪتاب ۾ خاص مزيدار ۽ وندر واري ڳالهه، پکين ۽ جيتن جو مشاعرو آهي، جنهن کان سواءِ ١٧ ٻيا معلوماتي ۽ دلچسپ نظم پڻ ڏنا ويا آهن. هي ڪتاب، مارئي ڪتاب گهر سکر پاران، ١٩٨٦ع ۾ شايع ٿيل آهي.

## ذوالفقار سيال

نئين ٽهيءَ جو ڇاتل سڃاتل شاعر آهي، ٻارن لاءِ هيل تائين سندس چار تخليقي ۽ هڪ ترجمو ٿيل ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. سندس ٻارن لاءِ ڪيل شاعريءَ ۾ ٻارن جي سوچ ۽ سمجهه مطابق دلچسپ ۽ وندرائيندڙ گيت ۽ نظم شامل آهن. ذوالفقار سيال پنهنجي شاعريءَ ۾ ٻارن جي ذهني اوسر ۾ مدد ڪندي، سندن پنهنجن گيتن ۽ نظمن وسيلي نين نين ڳالهين ۽ شين سان واقفيت ڪرائي آهي. ٻارن جي شاعريءَ جي حوالي سان سندس نالو پڻ ياد رکڻ جهڙو آهي. سندس هيٺيان ڪتاب شايع ٿيا آهن. ذوالفقار سيال اڃا تائين ٻارن لاءِ پابنديءَ سان لکندو پيو اچي.
١- **مکڙين مالها:** ذوالفقار سيال جو هي ڪتاب ٢٤ نظمن ۽ گيتن تي مشتمل آهي. سيپٽمبر ١٩٧٩ع ۾ جنهن کي چانڊوڪي پبليڪيشن لاڙڪاڻي پاران پڌرو ڪيو ويو آهي. ڪتاب جو مهاڳ محترم استاد بخاريءَ لکيو آهي.
٢- **منهنجي ديس جا ٻار:** آگم پبلشنگ ايجنسي حيدرآباد پاران، ١٩٨٢ع ۾ ڇپيل هن ڪتاب ۾ ٢١ گيت ۽ نظم شامل آهن. جن ۾ ٻارن کي وندر ورونهن سان گڏ، سماجي شعور ۽ ديس دوستيءَ جو سبق ڏنو ويو آهي، نوجوان شاعر ادل سومري هن ڪتاب جو مهاڳ لکيو آهي.
٣- **گلن جهڙا گيت:** ٢٥ گيتن ۽ نظمن تي مشتمل هن خوبصورت ڪتڪي جو مهاڳ مشهور سفرنامانگار الطاف شيخ جو

لکيل آهي ۽ هي ڪتاب ١٩٨٦ع ۾ چانڊوڪي پبليڪيشن لاڙڪاڻي پاران شايع ڪيو ويو آهي.

٤- **لفظن جا رانديڪا:** هي ڪتاب ١٩٨٩ع ۾ چانڊوڪي پبليڪيشن لاڙڪاڻي پاران شايع ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۾ موجود نظمن ۽ گيتن ۾ دلچسپ انداز ۾ ٻارن کي تفريحي هئڻ جو سنر ڪرايو ويو آهي. ۽ ڪين مختلف سائنسي ايجادن بابت ڄاڻ ڏني وئي آهي. ڪتاب جو مهاڳ ناميارِي ليکڪا نورالهديٰ شاهه لکيو آهي.

٥- **گيت ڪيڏوڻا:** هي ڪتاب اڙدو ۾ ٻارن لاءِ ٿيل شاعريءَ جي منظوم ترجمي تي مشتمل آهي.

## مختيار ملڪ

سندس شمار ننين ٿهيءَ جي سٺن شاعرن ۾ ٿئي ٿو، هن ٻارن لاءِ، ٻارن جي ذهني حد ۽ شعور کي نظر ۾ رکي، سندن نفسيات مطابق گيت ۽ شعر رچيا آهن، جن ۾ ٻارن جي دلچسپيءَ جا سمورا سامان موجود آهن. هيل تائين سندس هڪ ئي ڪتاب **"تم تم تانداڻا"** جي نالي سان شايع ٿيو آهي، جنهن کي ڊسمبر ١٩٨٠ع ۾، سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت حيدرآباد ڇپرايو آهي. ڪتاب جو مهاڳ برک ليکڪ محترم محمد ابراهيم جويي لکيو آهي. گهڻي عرصي کان مختيار ملڪ، ٻارن لاءِ نه لکيو آهي.

## منظور ظفر

هن نوجوان شاعر جي ٻارن لاءِ ڪيل شاعريءَ جو مجموعو **"ڌرتيءَ جا گل"** جي نالي سان ٻارن جي عالمي سال جي سلسلي ۾ ڇپجندڙ ڪتابن جي سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. هي ڪتاب ٢٤ دلچسپ ۽ با مقصد نظمن ۽ گيتن تي مشتمل آهي. ڪتاب جو مهاڳ، نوجوان ليکڪ ناز سنائيءَ لکيو

آهي ۽ چڻنگ سنگت پبليڪيشن دادوءَ پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ڪانپوءِ منظور ظفر جي ٻارن لاءِ شاعري پڙهن ۾ نہ آئي آهي.

## اياز گل

نئين ٽهي جي شاعر اياز گل جي ٻارن لاءِ رچيل گيتن ۽ نظمن جو مجموعو **"گل ۽ تارا"** جي نالي سان، ١٩٧٩ع ۾ پارس اشاعت گهر سکر پاران شايع ٿيل آهي، جنهن جو مهاڳ ناميارو ليکڪ ۽ ترجمانگار محترم وليرام ولڀ لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ ٻارن جي ونڊر ۽ وروڻهن مطابق شعر ڏنا ويا آهن. ڪتاب ۾ ٢۴ گيت ۽ نظم شامل ڪيا ويا آهن.

## نصير مرزا

نئين ٽهيءَ جي نمائندن شاعرن ۾ شمارٿني ٿو. سندس ٻارن لاءِ رچيل نظمن جو ڪتاب **"ڌرتيءَ جا تارا"** نومبر ١٩٧٩ع ۾، آگم پبلشنگ ايجنسي حيدرآباد پاران شايع ٿيو آهي، جنهن جو مهاڳ ليکڪ ۽ مشهور راڳي بيدل مسرور لکيو آهي. نصير مرزا بي حد دلچسپ ڳالهين کي پنهنجي گيتن جو موضوع بڻايو آهي ۽ کين نئين رنگ ۽ ڍنگ سان پيش ڪيو آهي. جلد سمجهه ۾ ايندڙ، ننڍڙي بحر ۾ سندس ٣٢ گيت ۽ نظم هن ڪتاب جو سينگار آهن. گهڻي عرصي کان نصير مرزا ٻارن لاءِ نہ لکيو آهي.

## نياز پنهور

نئين ٽهيءَ جي سٺن شاعرن مان هڪ آهي. سندس ٻارن لاءِ ڪتاب **"ڪوڏ ۽ سپون"** سنڌي ٻاراڻي ادب ۾ سٺو اضافو آهي. سادي ۽ سودي ٻوليءَ ۾ رچيل هن ڪتاب جا ٢٢ نظم ۽ گيت، ٻارن لاءِ بي حد دلچسپ ۽ معلوماتي مواد مهيا ڪن ٿا. ڪتاب جو مهاڳ ناميارو شاعر امداد حسينيءَ جو لکيل

آهي ، جنهن کي سنڌ پبلشرز ڄامشوري پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي. نياز پنهور جا ٻارن لاءِ گيت ۽ نظم ڪڏهن ڪڏهن ٻارن جي رسالن ۾ ڇپبا رهن ٿا.

## مقصود گل

سنڌي ادب جو ڄاتل سڃاتل نالو آهي. سندس شاعري پڪي ۽ پختي آهي. شاعريءَ جي گهرجن کي پورو ڪندڙ ، سندس فن جو چٽو رنگ ، سندس ٻارن لاءِ ڪيل شاعريءَ جي ڪتاب **"ڪرٽا ڪرٽا"**، ۾ پڻ نظر اچي ٿو. ڪتاب ۾ شامل ٣١ نظمن ۽ گيتن ۾ نوان ۽ نيارا موضوع پيش ڪيل آهن ، خاص ڪري مشهور شهرن ۽ تاريخي هنڌن جو سير دلچسپ انداز ۾ ڪرايو ويو آهي. ڪتاب جو مهاڳ ناميار محقق ۽ اديب ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو لکيل آهي ، سنڌڙي ڪتابي سلسلي رتيديري پاران ، ڊسمبر ١٩٨٥ع ۾ هي ڪتاب ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

## اختر درگاهي

سندس شمار نئين ٽهيءَ جي ڄاتل سڃاتل شاعرن ۾ ٿئي ٿو. شعريت ۽ نغميت سندس شاعريءَ جو خاص گڻ آهي. جنهن جو عڪس سندس ٻارن لاءِ ڪيل شاعريءَ جي مجموعي **"گل ۽ مکڙيون"** ۾ چٽو نظر اچي ٿو. هن ڪتاب ۾ اختر جا ٻارن لاءِ لکيل ٢٠ نظم ۽ گيت شامل آهن. جن ۾ ٻارن جي ذهني تربيت لاءِ سمورا وسيلا ڪتب آندا ويا آهن ، ڪتاب جو مهاڳ نوجوان شاعر اياز گل لکيو آهي. ڊسمبر ١٩٨٩ع ۾ هي ڪتاب سوني پبليڪيشن روهڙيءَ پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

## مختيار مگنهار

نئين ٽهيءَ جي شاعر مختيار مگنهار جو ٻارن لاءِ نظمن

۽ گيتن تي مشتمل ڪتاب **"دنيا آهي گول"** شايع ٿيل آهي. هن ڪتاب ۾ ٢٢ دلچسپ ۽ وندر وارا گيت، نظم ۽ ٻاراڻا ٻول آندا ويا آهن. ڪتاب جو مهاڳ مشهور شاعر محترم استاد بخاريءَ لکيو آهي ۽ ڪنول ڪتابي سلسلي لاڙڪاڻي پاران ڪيس ١٩٨٢ء ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

نوجوان شاعر مختيار مڳٿهار جي ٻارن لاءِ ڪيل شاعريءَ جو هڪ ٻيو ڪتاب **"ڌرتي روشن ٿيندي"** جي نالي سان ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. جنهن جو مهاڳ ننين ٿيءَ جي شاعر نصير مرزا لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ ٢٩ بي حد مزيدار، چاڻ ڏيندڙ ۽ سولا نظم ۽ گيت شامل ڪيا ويا آهن. جن ۾ ٻارن کي وندر سان گڏ، علمي ۽ اخلاقي ڳالهيون سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. ڪتاب جي ڇپجڻ جو سال ١٩٩٠ء آهي ۽ ڪيس سنڌي ادبي سنگت ٺٽي جام پاران شايع ڪيو ويو آهي.

## اقبال شينو

نوجوان شاعر اقبال شيني جي ٻارن لاءِ رچيل گيتن ۽ نظمن جو ڪتاب **"جهڙا گل گلاب جا"** جي نالي سان شايع ٿيو آهي. ڪتاب ۾ ٤٠ گيت ۽ نظم آيل آهن. جن ۾ گهڻو تعداد ڊگهن نظمن جو آهي. جن ۾ وڏي عمر جا ٻار ني دلچسپي وٺي سگهن ٿا. هي ڪتاب ١٩٨٦ء ۾ بزم استاد بخاري دادوءَ پاران ڇپايو ويو آهي. ڪتاب جو مهاڳ ناميارې شاعر استاد بخاريءَ لکيو آهي.

## زاهد شيخ

نوجوان شاعرن ۾ زاهد شيخ جو نالو ڄاتل سڃاتل آهي. سنڌس ٻارن لاءِ ڪيل شاعريءَ جو ڪتاب **"جيجل تنهنجي جهول ۾"**. سنڌس سياسي ۽ سماجي شعور جو عڪس آهي. سماجي نابرابري، ڏاڍ خلاف جدوجهد ۽ ديس

دوستي، سنڌس هن ڪتاب ۾ موجود ٢٥ گيتن ۽ نظمن جو اهم موضوع آهي. ڪتاب جو مهاڳ ناميا ري شاعر ملڪ نديم لکيو آهي. هي ڪتاب ١٩٨٨ع ۾ جيجل اشاعت گهر سکر پاران شايع ٿيو آهي.

## نواز علي شوق

سنڌي ادبي ۽ علمي حلقن جو ڄاتل سڃاتل نالو آهي. ٻارن لاءِ ڪيل سنڌس شاعري دلچسپ، وڻندڙ ۽ وندرائيندڙ آهي. جنهن ۾ ٻارن لاءِ وندر وروونهن جو سامان مهيا ڪيو ويو آهي. **"گيتن جي گلزاري"**، ڊاڪٽر نواز علي شوق جي ٢٥ گيتن ۽ نظمن جو مجموعو آهي. هن ڪتاب ۾ ٻارن کي علم، ادب ۽ اخلاق جي سکيا ڏني وئي آهي. هي ڪتاب ١٩٩٠ع ۾، ڪافي پبليڪيشنس ڪراچيءَ پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

ٻارن لاءِ شاعريءَ جي مٿين ڪتابن کانسواءِ، "ٽم ٽم ٽانڊاٽا" جي نالي سان، چٽنگ سنگت لاڙڪاڻي پاران ڇپايل ڪشنچند بيوس، هري دلگير ۽ ليکراج عزيز جي ٻارن لاءِ لکيل گيتن جو مجموعو پڻ اهم حيثيت رکي ٿو. هي ڪتاب سنڌ ۾ ١٩٨٠ع ۾ ڇپيو آهي.

هند ۾ سنڌي ڀارتي ادب ۾، ٻارن لاءِ شعر رچيندڙ شاعرن ۾ ڪشنچند بيوس، ڪاڪي ڀيرو مل، هري دلگير، ليکراج عزيز، گووردڌن ڀارتي، لڇمڻ ڪومل، پرسرام ضياء، جيوت گوگيا، ڪوڙي مل ڪلناڻي، ليکراج هنس، دادا شيوڪ ڀوڄراج ۽ هوندراج بلوائيءَ جا نالا اهم آهن. سنڌن شعري ڪتابن ۽ رچنائن جو تفصيل هن مقالي ۾ شامل نہ آهي.

سنڌي ادب ۾ ٻارن لاءِ شاعريءَ جي ڪتابن جي حوالي سان توڙي جي مٿيون ڄاڻايل تفصيل گهٽ ڪونهي، پر تنهن هوندي بہ ڪتابن جو هي تعداد "نہ هجڻ کان ڪجھ هجڻ" واري خيال کي ٺيڪ ڏئي ٿو. نئين ٽهيءَ جا ڪيترا ليکڪ ان

ڏس ۾ پنهنجي ڪوشش ۾ رڌل آهن. انهن مان ڪيترن جي ٻارن لاءِ ڪيل شاعريءَ جو وڏو ڳاڻيٽو موجود آهي، پر اهو ڪتابي صورت ۾ اچي نہ سگهيو آهي. انهن مان ڪجهہ نالا هيٺ ڏجن ٿا:

شمشيرالحيدري، امداد حسيني، تنوير عباسي، نثار بزمي، رحيم بخش قمر، محمد رمضان ڪمبوهہ، ملڪ نديم، احمد خان مدهوش، واجد، جوهر بروهي، قاضي منظر حيات، مختيار گهمرو، وسيم سومرو، آصف مياڻوي، آزاد قاضي، اسير ملاح، انور ابڙو، عبدالعزيز رنگريز، حيدر شاهہ، ڪوثر ٻرڙو، بردو سنڌي، سجاڳ سنڌي، احمد خان آصف، اڪبر ساگر، وزير علي شاد ۽ ٻيا.

## ◉ مددي ڪتاب ۽ حوالا


١- ٽماهي، مهراڻ ـــ "سنڌي ادب سيمينار نمبر،" سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو_ اپريل - جون ١٩٨٤ع

٢- سنڌي ادب جي مختصر تاريخ___ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو___ زيب ادبي مرڪز حيدرآباد

٣- ڪيرت ٻاٻاڻي___ ٻال ساهت: ڪويتا ساهت مالها، احمد آباد (انڊيا) ___ مئي ١٩٨٠ع

٤- ماهہ نو ___ "بچون ڪا ادب نمبر" ___ مطبوعات پاڪستان، لاهور، نومبر ١٩٧٩ع

٥- ماهوار گل ڦل ___ سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو (مختلف مهينن جا رسالا)

٦- ٻارن لاءِ شاعريءَ جا ڇپيل ڪتاب ۽ ٻارن جا مختلف رسالا

قاسم ملڪ

# حميد سنڌي - هڪ ڪهاڻيڪار

ادب تعليم جي هڪ شاخ آهي.دنيا ۾ جيڪا به سٽ سرجي ٿي يا لکجي ٿي، ان جو ڪو نہ ڪو مفهوم ٿئي ٿو. ليڪڪ انهن سٽن ذريعي پڙهندڙن کي ڪجهہ نہ ڪجهہ سمجهائڻ، ٻڌائڻ يا سيکارڻ چاهي ٿو. دنيا ۾ ڪا بہ هڪ سٽ بي مقصد ۽ بي معني نہ لکي وئي آهي، خاص ڪري ادب تہ هر شاعر ۽ اديب جي اندر جون امنگون ۽ خواهشون آهن. هو پنهنجا خيال ۽ خواب پڙهندڙن آڏو رکي ٿو. هن پنهنجي مطالعي ۽ مشاهدي ذريعي جيڪو ڪجهہ حاصل ڪيو آهي، اهو "پنهنجن" ٻين کي بہ ڏيڻ چاهي ٿو. "پنهنجن" ۾ هن جي قوم، هن جو لوڪ ۽ هن جهڙو پورهيت ماڻهو اچي وڃن ٿا. حميد سنڌي هڪ ڪهاڻيڪار طور پنهنجن کي ڪجهہ سمجهائڻ چاهي ٿو.

سائين **حميد سنڌي** جي ڪهاڻين تي لکڻ کان اڳ مان سندس تحريرن ۽ افسانن تي سنڌ جي مشهور اديبن ۽ نقادن جا رايا پيش ڪيا ٿو .جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ حميد سنڌي جي لکڻي ۽ افسانہ نگاري جي سنڌي ادب ۾ ڪيتري جاءِ ۽ اهميت آهي.

سنڌ جو مشهور ۽ مڃيل نقاد ۽ دانشور **محمد ابراهيم جويو** لکي ٿو تہ حميد ۽ روح رهاڻ هڪ تاريخ ساز موڙ کي جنم ڏيئي رهيا آهن ۽ حميد جا ڇپيل ايڊيٽوريل ڪڏهن انئين ڪتابي صورت ۾ ڇپجي وڃامندا. جنين ميوارام جو گل ٿل .(صفحو آخري راڻا جي رجپوت = حميد سنڌي )

افسانہ نگار ڊرامہ نويس اديب ۽ دانشور مرحوم

**رشيديئي** صاحب را ٹا جي رجپوت ڪتاب ۾ ڇپيل پنهنجو رايو هن ريت ظاهر ڪيو آهي " اداس وادين ڪان ويرين تائين ڄاڃا ٻه ٻيا تازا اڻ ڇپيل افسانه جيڪي هن مونکي ٻڌايا ۽ پڙهيا آهن .ان جو ثبوت آهي ته حميد سنڌي اوسر جون منزلون تڪڙيون تڪڙيون ڪندو بلندين کي رسي رهيو آهي".

(آخري صفحو)

سنڌي اد ب جو ڄاتل سڃاتل محقق تاريخ نويس ۽ نقاد جناب ڊاڪٽر **ميمڻ عبدالمجيد سنڌي** پنهنجي ڪتاب سنڌي ادب جي مختصر تاريخ (اردو ) ۾ جديد سنڌي ڪهاڻي تي بحث ڪندي لکي ٿو ته "انکان علاوه نجم عباسي، انيس انصاري، طارق اشرف، جمال رند، مراد علي مرزا، حميد سنڌي۽ علي بابا جن تمام سٺا افسانه لکيا آهن (۴۲۸)-

سياڻ ۾ سنجيده، ۽ شخصيت ۾ موهيندڙ صوفي صفت انسان ۽ مقبول شاعر سائين **تنوير عباسي** محترم حميد سنڌي جي افسانن لاءِ لکي ٿو. ته "حميد" "Fiction ۽ Fact" گڏيوآهي، هن جون ڪهاڻيون اسان جي دور جي تاريخ جي اها ڏارا آهي، جنهن جي لهرن جا لک لباس آهن، جيڪي حميد اکين ڏٺا آهن ۽ سندس قلم محفوظ ڪيا آهن (راڻا جي رجپوت مهاڳ صفحو ١٠)

مشهور ٽي وي ڊراما نگار ۽ منفرد افسانه نويس **عبدالقادر جوڻيجو** سائين حميد سنڌي جي باوقارشخصيت ۽ لکڻين کان هن ريت متاثر آهي جنهن سندس( حميد سنڌي ) جي لکڻين ۾ ابهام ۽ مونجهارو ڪونهي، ائين شخصيت به اٿس (راڻا جي رجپوت ) تمام ٿورا پر فن ۽ فڪر جي لحاظ کان تمام ڳورا افسانه لکڻ وارو **سليم خواجه** محترم حميد سنڌي لاءِ پنهنجو هي رايو محفوظ ڪرايو آهي. "حميد سنڌي جي جاري

ڪيل رسالي روح رهاڻ جي وجود سنڌ ۾ خود شناسي جي احساس کي بيدار ڏنو ۽ اهڙو پاسو ورائيندي ڏنو جنهن اڳتي هلي طوفاني ۽ سيلابي رخ اختيار ڪيو اراڻا جي رجپوت . آخري صفحو )

آرسي ۲ ۾ ڇپيل ڪهاڻين تي تنقيد ڪندي اديب شاعر نقاد ۽ سنڌي ادب جو استاد **ملڪ نديم** پنهنجي ۲۹- ڊ سمبر ۱۹۸۲ع ۾ روزانو آفتاب ۾ ڇپيل تنقيدي مقالي ۾ لکي ٿو ته "حميد سنڌي جي ڪهاڻين جا پلاٽ سنڌي سماج مان ني ڪنيل هوندا آهن" (صفحو ۴)

ورهاڱي کان پوءِ جن ڪهاڻيڪارن پنهنجي ڪهاڻين ۾ عوامي ۽ انقلابي، سماجي ۽ سياسي موضوعن کي اوليت ڏني انهن ۾ جمال ابڙو، غلام رباني، رسول بخش پليجو، رشيد ڀٽي، حفيظ شيخ، نسيم کرل ، بشير مورياڻي ، امر جليل ، حميد سنڌي خواجه سليم، قمر شهباز ، نجم عباسي وغيره نمايان آهن - اهي سڀ عوام جي ارمن، امنگن، سورن، صدمن، ڏکن، بد حالين محرو مين ۽ مجبورين تي لکندا رهيا آهن. انهن سڀني مان هڪ نرالو ۽ يگانو لکندڙ حميد سنڌي آهي جيڪو سماج جي انهن براين ۽ بڇڙاين تي لکندو رهيو آهي جنهن تي گهٽ لکيو ويو آهي. حميد سنڌي انهن موضوعن تي لکي پنهنجي الڳ حيثيت ٺاهي آهي. سندس تحريرون اڪثر عوام جي سورن ۽ صدمن ڪوڙهن ۽ ڪٺتين ۽ سماج ۾ پيدا ٿيندڙ گند گين ناسورن ۽ سنڌ ۾ ٿيل اٿل پٿل چر پر يا سنڌي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي تمدن تهذيب مسئلن ۽ مونجهارن متعلق ني آهن. سندس تحريرن جي وڏي ميجتا ۽ مقبوليت ان لاءِ به آهي ته هو سچ لکي ٿو، سچ لکندي ڪا به هبڪ محسوس نه ٿو ڪري " بيباڪي " ۽ بهادري سان سچ لکي ٿو. اهڙيون اهڙيون حيران ڪندڙ ڳالهيون قصا

۽ ڪهاڻيون لکي ڇاڏي ٿو ۽ لکيون اٿس، جو پڙهندي انين محسوس ٿئي ٿو تہ هي اسانجا ئي قصا ۽ درد آهن، جيڪي نظر ۾ تمام ننڍڙا ۽ پٽڪڙا هجن، ان گڏ ڏکيل هجن، پردي ۾ هجن، جن ڪاشيءَ نہ هجن. انهن ننڍڙن مسئلن کي انهن جا پرد ا ۽ ڏڪ لاهي انهن کي وانکو ۽ پڌرو ڪري ٿو، ۽ پوءِ معلوم ٿئي ٿو تہ واقعي اهي ڪجھ لکل مسئلا قصاءِ ڪهاڻيون تہ حقيقي ۽ اسان جي سماج سان لاڳاپيل ۽ اسان جي سماج ۾ روز ٿيندڙ آهن، پر اسان جي نظرن کان ڪوهين ڏور آهن . پر حميد سنڌي جڏهن انهن مسئلن کي پنهنجي تحريرن ۾ ڪٿي ٿو ۽ ڪهاڻين جو روپ ڏئي ٿو، تڏهن اهي ڪهاڻيون حقيقت جو رنگ وٺي عوام جي دلين ۾ جاءِ والارين ٿيون. ان سان گڏ ڪجھ سوچڻ تي مجبور ڪن ٿيون .سندس انداز بيان اهڙوئي عوامي آهي، جو پڙهندي سوچڻ سان گڏ لطف بہ ملي ٿو. ان سان گڏ ڪهاڻي جا پلاٽ بہ حيران ڪرڻ سان گڏ حقيقي ۽ جيئرا جاڳندا لڳن ٿا. سندس ڪهاڻين بابت مهاڳ ۾ تنوير عباسي لکي ٿو تہ "حميد جون ڪهاڻيون ان ڪري اهم آهن، جو انهن ۾ هن سنڌ جي ويهين صديءَ جي ٻين ٽين ۽ چوٿائيءَ جو سماج، ماحول ، ڪردار انهن جالاڙا، مونجهارا انهن جي روش ۽ انهن جا مسئلا ويندي انهن جي ٻولي، محاورن توڙي اصطلاحن کي محفوظ ڪري ڇڏيو آهي(ص. ٩)

جيئن هڪ ڪهاڻي راڻاجي رجپوت ۾ حميد هڪ اهڙي ڳالھ هڪ اهڙو قصو ٻڌائي ٿو جو شايد ڪنهن ٻڌي نہ ڪنهن پڙهي هوندي . هڪ اهڙي سکي ۽ ستابي ۽آسودي ۽ دولت واري محل ۽ ماڙين واري بنگلي ڪار ۽ بلڊ نگ واري وڏيري جو قصو آهي، هڪ اهڙي عياش شرابي ۽ شبابي ۽ رنگين مزاج رئيس جي ڪهاڻي آهي، جنهن جا شوق ۽ شغل، عيش ۽ آرام نرالا ۽ نيارا آهن. هو ايترو تہ حسن پرست آهي جو سندس

عياشي ۽ عيش ۾ عورت مرد جو فرق نٿو ڪري، ٻنهي مان جنهن کي به خوبصورت ڏسي ٿو وٺي ٿو انکي حاصل ڪري ٿو، خريد ڪري ٿو، ڪن حالت ۾ زوري به ڪري ٿو، هو ناچو گلاب هٿ ڪري ٿو پنهنجي ڊرائنگ روم جي زينت بڻائي پنهنجي ڳلي جوهار، من جو محبوب ۽ دل جو دلبر بڻائي ٿو. ات محفلن جي مور ۽ دلين جي چور راڻي به سندس هوس پرست نظرن جو نشانو بڻجي ٿي. ان کي به پنهنجي پئسي ۽ پٽ جي طاقت تي ۽ ڏاڍ ڏهڪاءُ جي زور تي ڪٺي حويلي اچي ٿو، اگ نشانو راڻي هيس ۽ پوءِ راڻو گلاب ڪٺي ٿو. پنهنجي جسم جي ضرورت ۽ روح جو راڻو ڪري رکي ٿو. گلاب هڪ ناچو ڇوڪر آهي جيڪو خوبصورت آ، جوان آ ۽ محفلن کي گرمائي ٿو ۽ رئيسن کي ڇرڪائي ٿو، سندس ادائن تي جتي گهٽاگهائل آهن اتي رئيس به فدا آهي ۽ پوءِ گلاب کي هميشه لاءِ ڪٺي ٿو، گلاب کي خوشيون ڏي ٿو، سک ڏي ٿو، سرهايون ڏي ٿو، پر پوءِ به ناچو گلاب خوش نه آهي، ماندو آهي، ملول آهي، اهو ان جي لاءِ ته هو سمورن عيش، آسائشن سکن ۽ سرهاين هوندي، خوشين ۽ خوبصورتين هوندي به پاڻ کي قيد سمجهي ٿو، هو بند ۽ پابند آهي، پهري ۾ آهي. ڪهاڻين جي هنن لفظن ۾ رئيس جڏهن ڳوڙها اگهندي پڇس ٿو، ڇو سهڻا هاڻي هت تنگ ٿيو آهين ڇا؟ اسان ته ڪسر ڪان ڇڏي آهي. سڀ ڪجهه تنهنجو آهي، مٺا ڇو ملول آهين، نه نه سائين مان خوش آهيان بس انسان آ دل ڀرجي وئي آهي. پوءِ به ڪا ڳالهه هجي ته ڪر، اج تون راڻو ڇڏي ڪري مارني پيو ڳائين ڪاته ڳالهه آهي-

گلاب جي من ۾ آيو ته سڀ ڪجهه ڇني ڏي، ڪيس ٻڌائي ته هو جنهن پاڻي جي مڇي آهي، اهو پاڻي ڪانهي، هو جنهن مٽي جو جڙيل آهي، اها مٽي به ته ڪانهي- ( راڻا جي رجپوت، ٥٩-٥٨).

گــلاب جي دل ۾ آيل جمـــلا ۽ لفظ اهڙي طرح تہ ايذائيندڙ ۽ ڏکوئيندڙ انداز ۾ بيـان ٿيل آهن، جو پڙهندي ائين محسوس ٿنيٿو تہ گلاب سان تہ ڪيس ۽ قهر آهي، ظلم ۽ زيادتي آهي، انڌير ۽ نسورو ناحق آهي - ويچارو قـيـد ۾ پيل پهري ۽ پابندين ۾ رهيل دل مان آيل ڳالهہ بہ زبان سـان نٿو ڪري سگهي - ڪيڏي نہ درديلي ڪهاڻي آهي ، جو خوبصورتي ۽ خوشبوءِ کي قيد ڪيو ويو آهي. زيرون ۽ زنجيرون پارايون ويون آهن - زبردســتي ۽ زوري خوبصـــورتي ۽ خوشـبــو کي رانديڪو ۽ کيڏ ٿو سمجهي کيڏيو ويي ٿوپنسي ۽ پٽ جي زور تي پنهنجو ڪيو ويي ٿـو -پر خوبصورتي ۽ خوشبو پابندين ۾ قيد ۽ بند ۾ توڻي پنسي ۽ پٽ تي محلن ۽ ماڙين تي سکي ۽ خوش ناهي رهي - جيئن گـلاب نہ رهيـو، توڻي جو رئيس سڀ خوشيـون ڏنس ، سک ڏنس، پٽ پٽيهر ڏنس پوءِ بہ ملول ۽ ماندو رهيـو، غمگين ۽ ڏکيارو رهيو ۽ ائين چوندو رهيو - آءُ بندياڻي بند ۾ ، ڪي ڪي بند ٻيا عمر ميان سومرا -

ساڳني ڪهاڻي ۾ گلاب ۽ راڻي جو ميلاپ آهي، اهڙو ميلاپ جو بنهي کي هڪ ٻي جو ڪري ٿـو ڇڏي ،۽ پوءِ ٻئي اهو عمل ڪن ٿا - هڪ اهو ڪم ڪن ٿا جو زبردست ۽ وڻندڙ لڳي ٿو - پر رئيسن لاءِ جڻ هڪ طوفان برپا ڪري ٿو ڇڏي ، ڏاڍن ۽ ڏائڻن لاءِ هانءُ ڏار ٿـني ٿـو - گلاب ۽ راڻي جو مـيلاپ محبت ۾ بدلجي ويي ٿو، محبوب ۽ منٺار ۾ بدلجي ويي ٿو - ساڳني ڪهاڻي جي هنن لفظن ۾ "هن هوش سنياريو تہ مومل کي پيـرن ۾ ويٺل ڏٺـائين ڏاڍي هلڪي ۽ سريلي آواز ۾ پئي چيائين "راڻا جي رجپوت مومل سي ئي ماڻيندا" گلاب اٿي بيـٺو ۽ پوءِ يڪـدم سندس پيـرن تي ڪري پيـو، هن سندس ڪنڌ مٿي ڪـٽي هنج ۾ آندو ۽ سندس وڏڙن وارن ۾ آنگـريون وجهي سـيـڏون ڪيڻ لڳي ۽ پوءِ هلڪـن سـرن ۾

جهونگارڻ لڳي -

تنهجي زلف جي بند ڪمند وڏا
زندان هزارين هڪ مان نه رڳو

(راڻا جي رجپوت .ص.۴۵.)

ٻنهي جي سڪ، ٻنهي جي سنگت، ٻنهي جو پيار، ٻنهي جي پريت، ٻنهي جي محبت، ٻنهي جي مروت ايتري حد تائين وڌي وئي جو هو هڪ ٻئي لاءِ لازم ملزم بڻجي ويا، هڪ ٻئي جا ٿي ويا. راڻي گلاب کي پائي جڻ پنهنجي ڪا وڃايل شيءِ حاصل ڪئي ۽ گلاب راڻي کي حاصل ڪري جڻ سڄي دنيا جون رنگينون ۽ راحتون، سوجهرا ۽ سونهن، پٽ ۽ پٽيهر، ڌن ۽ دولت، مال ۽ ملڪيت ويندي خوشيون ۽ خوبصورتيون حاصل ڪري ورتيون، جڻ ٻئي هڪ ٻئي جا صدين کان سڃاڻيندڙ، چاهيندڙ ۽ چاهيندڙ هئا، دوست ساٿي ۽ دلبر هئا ،سندن پريت ۽ پيار محبت ۽ مروت سڪ ۽ سچائي ڏيهون ڏيهن وڌي وڌندي ۽ گلاب راڻي هڪ ٻئي جي عشق ۾ ويا گم ٿيندا، محبت ۾ ويا مدهوش ٿيندا، دنيا جهان کان بي نياز ٿي هڪ ٻئي جي ٻانهن ۽ آغوش ۾ ويا اڳتي وڌندا، سندن ميلو ۽ ميلاپ خود رئيس جي هٿان ٿيندو رهيو. رئيس خود ٻنهي دل وارن کي هڪ ٻئي جي ويجهو آڻيندو رهيو جيڪي اڳئي راضي هئا. رئيس کي اها خبر نه هئي ته هو جڏهن نه هوندو آهي ته مومل راڻو ماڻيندي آهي ۽ راڻو به بڏاڻو جهاڳي ڪاڪ ڪنڌي تي پهچي مومل سان رهائيون ڪندو آهي، رئيس گلاب ۽ مومل جي ماڻڻ واري مستي بود بدحوسي ۽ موج ۾ مد هوش رهيو ۽ اها خبر تڏهن پيس جڏهن ٻنهي جي عشق رنگ لاتو ۽ ٻئي هڪ اهو فيصلو ڪري ويا جيڪو رئيس لاءِ موت برابر هو .

ڪهاڻي جي هنن لفظن ۾ "ڪيس خبر تڏهن پئي جڏهن

هو هڪ ڏينهن شهر کان موٽيو ته ڪاري وارا ڪڪ ڏٺائين سندس راڻي گلاب جي مومل ائين ڏهاڳ ڏيني وڃي هيس جو هو ڪيتري سال جهر جهنگ جهاڳيندو رهيو پرڪيس راڻي نه ملي"
(راڻا جي رجپوت - ص، ٥٥)

هن ڪهاڻي "راڻا جي رجپوت " مان معلوم ٿئي ٿو ته پيار ڪي پنسي تي خريد ڪري نه ٿو سگهجي ۽ چاهت دهشت ۽ دباءُ ، دڙڪي ۽ دا ٻ داداگيري ۽ ڏا ڍ تي حاصل ڪري نٿي سگهجي پر راڻا جي رجپوت سيني مومل ماٺيندا .واقئي محبت اهي ماٺيندا جيڪي محبت جو قدر ۽ قيمت ڄاڻيندا ، مومل سيني ماٺيندا جيڪي رجپوت هوندا ، گلاب هوندا . سندس هڪ ٻئي ڪهاڻي "پاڙي ناه پروڙ " جيڪا هڪ شاهڪار ڪهاڻي آهي. جيڪا حقيقت جي ايترو ويجهو آهي جو ائين ٿو معلوم ٿئي ته اها ڪهاڻي نه پر حقيقت ۾ هر ڳوٺ محلي ۽ پاڙي جي ڪهاڻي آهي . ڦلن وڪڻڻ واري ماسي حليمان جڻ ڏٺل وائٺل آهي ، جيڪا غريب آهي ، ڏکايل آهي ، ستايل آهي ، سندس ڏک ۽ درد ڀاهڙي ته پنهنجائپ آهي جو پڙهندڙ کي سندس ڏک ايترا ته پنهنجا لڳن ٿا جو پڙهندڙ ماسي حليمان جي ڏ کن ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيو وڃي. ان گڏهن ڪهاڻي ۾ غربت جي هڪ اهڙي جهلڪ ڏيکاريل آهي ، جيڪا درد ڀري آهي ڀيانڪ آهي.

ايتري ٻڪ جو هڪ معصوم ٻار ٻڪ جي ڪري ڦلن لپ زوري يا چوري ڪٽي ٿو- ڦلا ڪٽندڙ ٻار ٻه ٻکيو آهي ۽ ڦلا وڪڻندڙ ماسي حليمان ٻه ٻڪ ۽ بدحالي جي هڪ تصوير آهي ، ٻار ٻه ٻڪ ۽ بدحالي جو شڪار آهي ته ماني ٻه ڏ ک ۽ ڏوجهرن جي نشاني آهي. اهڙو محلو آهي ، اهڙو پاڙو آهي ، جت ٻک بدحالي ۽ غربت انتها درجي جي آهي حليمان ڦلن واري جيڪا ڀڳڙا ۽ ڦلا پچائي پنهنجي يتيم ٻچن جو گذر ڪندڙ آهي ، سندس زندگي جو گاڏو ڦلا ڀڳڙا پچائڻ ۽ ڪپائڻ تي آهي. ڦلا ڪپائيندڙ يا گراهڪ

اڪثر ٻارڙي جا ني ٻار آهن، جيڪي سڀ جا سڀ مسڪينن مولانن ۽ غريبن جا ٻار آهن، جيڪي اُن لپ يا روڪ ڏني ٿلا ۽ پڳڙا وٺندڙ آهن. انهن ٻارن ۾ هڪڙو اهڙو به ٻار آهي، جنهنجو نه ڪوگهر آهي نه ڪو در آهي، نه ڪو پيءُ نه ڪو ماءُ نه ڪو وارث نه ڪو همدرد آهي ان لاءِ ڪيس نه ان لپ نه پنسو، اهو ٻار ماسي حليمان لاءِ آزار بڻيل آهي، ڪيس سدائين ستائيندو آهي نه ڪوپنسو ڏي نه ڪو ان، زوري ٿلا ڇڃي مان ڪڻي ٿو وٺي. اها زوراوري ياچوري ڪيس بک ۽ بدحالي ٿي ڪرائيس. ماسي حليمه سندس انهي حرڪت کان بيزار آهي. پر ڪيس ڪري ،. ڪجهه نٿي سگهي، سندس ڪهاڻي جي هيٺين سٽن ۾ ،

هن يڪدم ٿلن پـريل مٺ وات ۾ وڌي ۽ ٽڪڙو ٽڪڙو ٿلا چٻاڙڻ لڳو ماسي واڻن وانگر ڪيس تڪڻ لڳي ماسي کي ڪيس الاهي ڇو مٺس قياس اچي ويو، ڪيس انين لڳو ته بکايل آهي، ماسي يڪدم ڪيس اٿاريو ۽ ٿلن لپ ڀري سندس جهولي ۾ وڌي.

(ٻاڙي ناهه پرورڙ. ص ۱۱۵،)

ڪيڏي نه غربت بک ۽ بدحالي جي عڪاسي آهي، جهلڪ آهي ماسي حليمه پاڻ مسڪين آهي، غريب آهي پوءِ به ٻار تي رحم اچيس ٿـو ۽ ٿلن لپ ٻار کي ڏني ٿي اهوان ڪري جو ماسي حليمه جو رشتو به بک بد حالي سان آهي پاڻ به ان مان گذري آهي، ٻاهر جيڪا بک آهي بدحالي آهي غربت آهي سا سندس گهر ۾ به آهي. ڪهاڻي جي هنن لفظن ۾ "سندس آڏو هڪ ننڍڙو شمو هن بکايل ٻار کان مختلف نه پئي لڳو انين سندس نظر پنهنجن ٻارن تي پئي جن مان ڪي جهولي جهليو هٿڙا وڌايو بيٺا هنا ۽ سندن نظرون ڇڃي ۽ خالي هٿن کي تڪي رهيون هيون، هن کي انين پئي لڳو ته گهٽي ۾ رلندڙ بک سندس گهر ۾ ڪاهي پئي آهي، ڪيس تعجب ٿيو. هن ايتري دير نيگر کي ڇو نه سڃاتو.

(ٻاڙي ناهه پرورڙ. ص ، ۱۱۷) .

هن ڪهاڻي جي حقيقت بياني اها آهي، جو هن ڪهاڻي ۾ هڪ اها جهلڪ ڏيکاريل آهي جيڪا ڏک ڀري آهي ، انهن ٻارن جي درد ڀري ڪهاڻي آهي ،جيڪي لا وارث ۽ بي يار و مددگار آهن، جيڪي مسڪين ۽ مولائي آهن. انهن ڳوٺن، پاڙن ۽ محلن جي ڪهاڻي آهي جيڪي وساريل آهن، ڌڪاريل آهن ۽ ستايل آهن جتي ڏ ک ۽ ڏرجهڻ سان ڀرپور زندگيون آهن، مطلب ته هي ڪهاڻي غربت جي هڪ سچي ٻچي ۽ جيئري جاڳندي تصوير آهي.

سندس هڪ ٻي ڪهاڻي "بابا منهنجو چوزو" هڪ اها ڪهاڻي آهي، جيڪا پڙهڻ کان بعد معلوم ٿئي ٿي ته اها ڪهاڻي ٻه ٻين ڪهاڻين وانگر هڪ شاهڪار ۽ بهترين ڪهاڻي آهي، هڪ اهڙي ڪهاڻي آهي جيڪاليکڪ جي خود طبقي سان تعلق رکي ٿي. اهڙي ڪهاڻي ۾ جيڪا خود پنهنجي گروه ۽ طبقي سان تعلق رکندڙ هجيس ٿي پوءِ ٻه ليکڪ حق ۽ سچ چوڻ کان ڪابه هٻڪ محسوس نه ٿو ڪري. ڪابه لڪ لڪاني اک ڦير نه ٿو ڪري، وڏي ديده دليري سان پنهنجي طبقي جي خيالن خوابن ، ڪم ڪارين، ڏنڊن ڏاڙين ، اٿڻ ويهڻ، ڪلڻ ڳالهائڻ تي لکي ٿو ۽ هن ڪهاڻي ۾ اهڙي منظرڪشي ڪئي اٿس جو پڙهندي ائين محسوس ۽ معلوم ٿئي ٿو ته ليکڪ انتهائي هڪ سچو ، روشن خيال ترقي پسند ۽ بنا رک رکاءُ جي وڏي بهادري سان لکندڙ آهي.

"بابامنهنجو چوزو " پڙهندي اهو معلوم ٿئي ٿو ته سوچيندڙ ۽ لوچيندڙ ادبي ٽولي گروه ۽ طبقي جا دوست نه پر طبقاتي سوچ ۽ عمل مالڪ آهن هن ڪهاڻي ۾ هڪ ڪردار ميول شاعر جو آهي هن جو جاشوق ادب سان آهي شاعري سان آهي مشاعري جي محفل ۾ اچي ٿو. اتي شاعري پڙهي ٿو هڪ ٻيو ڪردار جاني جمالي جو آهي جيڪو پنهنجي ڳوٺ ۾ مسڪين ۽ مولائي ماستر آهي. پر دل جو وري دلبر آهي، هو

غريب هوندي بہ سخي آهي، مهمان نواز آهي، سندس مهمان نوازي پيلي ۽ بهترين آهي. سچي ۽ سک واري آهي،هو مولائي ماستر هوندي بہ ڳوٺ ۾ محفلون ۽ مشاعرا ڪرائيندو رهي ٿو ۽ آيل مهمانن جي دل و جان سان خدمتون ڪندو رهي ٿو ۽ خدمت ۾ ڪڏهن بہ ڪا ڪسر ناهي ڇڏيندو "بابا منهنجو چوزو" ۾ بہ هو پنهنجي ڳوٺ ۾ محفل ۽ مشاعرا مچائي ٿو ۽ ميول دلبر ۽ ٻين دوستن کي بہ گهرائي ٿو، جيڪي اتي وڃن ٿا. وڃي اتي محفل رچائين ٿا. اها محفل، ڪهاڻي پڙهڻ کان پوءِ معلوم ٿئي ٿي ان محفل ۾ ڪهڙا رنگ ۽ روپ آهن ات ادب سان واسطو رکندڙ رئيس دلبر آهي. رئيس جو تعلق سکي ۽ ستابي ۽ زميندار خاندان سان آهي، سندس گذر سفر زمينداري تي آهي. سندس شوق ۽ شغل تہ عام وڏن ماڻهن ۽ رئيسن جهڙا نہ آهن پر پوءِ بہ آخر رئيس آهي سندس اٿڻ ويهڻ کائڻ پيئڻ پهرڻ پهر اعلي ۽اتم قسم جو آهي جنين ڪهاڻي جي هنن لفظن ۾ " پاڻ تہ ڊبل گهوڙو بوسڪي کان گهٽ پايون ڪون، بوٽ ڏس ولايت جوتي هوندو، سينٽ مشڪ سابہ ولائتي ،ڪاڏي ۾ بہ گوشت کانبو تہ ليلي جو، جي ڪڪڙ جو چوزو هوندو.تہ واہ واہ نہ تہ پچ پري، دال ڀاڄي جي ويجهو ڪونہ وڃون " بابا منهنجو چوزو، ڪهاڻي ۾ جت دلبر جا ناز ۽ نخرا، انگل ۽ آرا اچن ٿا ، ات جاني جمالي جي ميزباني ۾ نماڻائي ۽ نهٺائي بہ ڏسڻ وٽان آهي. ات پهتا جت ميڙو متل هو، محفل موجن ۾ هني ۽ پوءِ چا ٿيو هنن لفظن ۾ "ماڳ پهتاسين تہ يار ڪافي گڏ ٿيا هنا، اسان جو وڏو انتظار هو جانب اسان جو حال ڏسي ٻي حال ٿي ويو يڪدم بالٽيون ڀرائيندو صابڻ ٽوال ڪڻي آيو. ميول وهنجي آيو مان وهنجي آيس پر دلبر ويٺو هو، هاڻ جانب بہ ڪان هو،ٻيايار بہ غائب هنا .ابا تيار ٿي هي جانب يارن سوڊو ڪاڏي ويو، يار جانب گرم پاڻي لاءِ ويو آهي بہ همراہ ڪپڙا استري ڪرڻ لاءِ

ويا آهن. هڪ کي بوٽ پالش ڪرڻ لاءِ ڏنو اٿم، مان دلبر جو جواب ٻڌي مٽي کي هٿ ڏيئي ويهي رهيس.

(بابا منهنجو چوزو ،ص.٤٢)

اهي هن رئيس شاعر جا انگل آهن، جيڪو اديبن ۽ شاعرن جو ادبي دوست آهي. جنهن جو واسطو ان طبقي سان آهي جيڪي ٻين لاءِ سوچيندڙ ۽ لوچيندڙ آهن جيڪي ٻين جي ڏکن ڏوجهرن، صدمن سورن، ڳوڙهن ڳٽين بک بيماري ۽ بدحالي تي سوچيندا ۽ لکندا آهن، جيڪي پاڻ به بک ۽ بحالي ۾ رهندي پاڻ صدمن ۽سورن ۾ رهندي پاڻ ڳوڙهن ۽ ڳٽين ۾رهندي به مسڪينن۽ مولائن هيٺن ۽ هارين پورهيتن ۽ پهنوارن مظلومن ۽ محڪومن جي پاسي هوندا آهن ۽ انهن لاءِ ئي لکندا آهن، سک ۽ سرهايون نڇاور ڪري به هيٺن جا همدرد ۽ انهن جا ساٿي هوندا آهن پر هي رئيس غريبن لاءِ لکي ته اٿو انهن لاءِ سوچي ته اٿو، انهن جي محفل ۾ انهن سان گڏ ويهي ته اٿو انهنسان گڏ اٿي ته اٿو پر پنهنجي طبقاتي سوچ تحت پيٽ پهرڻ ۽ کائڻ ۾ اڳرو آهي، مسڪينن وٽ رهندي پنهنجو روب ۽ شوڪين ڇڏي ٿو اهڙا انگل ۽ آرا ٿو ڪري، اهڙا ناز ۽ نخرا ٿو ڪري، جو ميزبان ويچارا دنگ رهجيو ٿا وڃن، کهائي جي هنن سٽن ۾ "ماني ۾ ڪيتريون ڀاڄيون هيون گوشت پلاءُ سيڪي هيو دلبر نڪ چڙهو ڪيو ماني کي ڏسي رهيو هيو اوچتو جانب هڪ ڏاڪڻون ڪٽي آيو.

دلبر تنهنجو چوزو ،دلبر ڏاڪڻون انين ورتو جن ڪجهه ڏلو نه هيانين هو ڏاڪڻوئين ۾ ني شروع ٿي ويو مون ڪان رهيو نه ٿيو ٺوڪ طور چيو مانس دلبر اڄ تنهنجو شعر چوزي تي هنن ڪيي. هن چوزي جي ٽنگ چٻاڙيندي وراڻيو منهنجي نظم جو عنوان آهي "ڪيي جي ڪولاه "شعر عرض آهي

ڪيي جي ڪولاه ۾ غريبن جو ڪهڙو حال پڇين ٿو،

ڪره ڪره تي سائين سائين اهڙو حال پڇين ٿو .

( بابامنهنجو چوزو صفحو ٤٥)

گره گره تي سائين سائين اهڙو حال پڇيــن ٿو ،

( بابامنهنجو چوزو صفحو ۴۵۰)

چوزو ڪانئن رئيس جو شوق هو شغل هو، جيــڪو پنهنجو ڪينن بہ ڪري پورو ڪيائين، پر اهو نہ سوچيائين تہ چوزو جيڪو ڪاني رهيو آهي سومتان ڪنهن معصوم ٻار جي وندر ۽ وروٺهن هجي، ڪنهن ٻار جو چوزي سان انتهائي پيار هجي پر رئيس کي ڪهڙي پرواه هن جي شوق جي اڳيان ڪنهن جي پريت ڪنهن جو پيار ڪابہ حيثيت نہ ٿا رکن. چوزو ميزبان جانب جمالي جي معصوم جو هو، جيڪو ڪيس تمام گهڻو پيارو هو ڇو جو عام غريب جاٻار ڪيڏنا ۽ رانديڪا حاصل نہ ڪري سگهندا آهن ۽ خاص ڪري ٻهراڙين جا ٻار تہ هر شي يا ڪيڏني ۽ رانديڪي تان ڪوهين ڏور هوندا آهن اهي ٻهــراڙين جا ٻار ننڍڙن چوزن ســان ني وندر ۽ وروٺهن ۽ رانديۍ روند ڪندا آهن ۽ جڏهن انهن ٻارڙن جي اهاوندر ۽ وروٺهن ڪنهن رئيس جو شغل ۽ شوق بڻجندي آهي تہ ٻارن جو ڪهڙو حال هوندو آهي. ڪهاڻي جي هنن لفظن ۾ " هو در تي ڏسي رهيــو هو ، هڪ پنجن سالن جونينگر اڏ اگهاڙو ميرو ڦاٽل چولوپاتل درتي بيٺو هو، روني روني سڏڪاپريندي ساٿو ٽيو پيو هو يڪدم جانب اتان هڪل ڪيس هو هٽيو پر ميول اٿي ڪٽي آيس. راٺا توکي ڪنهن ماريو آهي ۽ راٺي ڪنڌ ڌوٽيو ٻلا ڇا ڪائيندي ؟ ميول بيان ڪندو رڃيس ۽ پڇندو رڃيس هن سڏڪندي هڪ اکر ڪڇيو چوزو"

بابا منهنجو چوزو صفحو ۴۵۰)

اهڙا ڪارناما ۽ ڪم اهڙا ڏندا ۽ ڏاڙيون ، اهڙا ڪلورۍ ڦهر تہ اڪثر انهن محفلن ميلن ميڙن ميڙاڪن ۽ ڪچهرين ۾ ٿيندا آهن جت ڪنا ۽ ڪونجها ڪريل ۽ ڪانئر ماٺهو هوندا آهن پر هي ڪچهري تہ محبت وارن جي هني، پيارن ۽ نيارن جي هني، منڙن ۽ منٺارن جي هني ات بہ ساڳيو ڪن ۽ گند ٿي،

ڦهـر ۽ ڪلور ٿي تہ پوءِ ٻنهي محـفلن ۾ ڪـوفـرق نہ رهيـو.
بحرحال هن ڪهاڻي ۾ اها جهلڪ آهي اهو نظارو آهي جيڪو ڏيکاڻي ۽ ٻڌائي ٿو تہ هيٺن ۽ هارين لاءِ سو چيندڙ مسڪين ۽ مـولائن لاءِ لوچيندڙ بہ اهڙا ڏنڊا ڏاڙيون ڪندا آهن. اهڙا ڪم ڪندا آهن اها حميد سنڌي جي ئي سچائي ۽ بي باڪي، بهادري ۽ بي خوفي آهي جو هو جت ٻين پاسن تي لکي ٿـو ات پنهنجي ادبي محفلن ۽ ميڙن تي بہ وڏي سچائي ۽ سورهيائي سان لکي ٿو، جت رئيسن ۽ راجائن وڏيرن ۽ خانن، پيرن ۽ ميرن جي ڪنن ۽ ڪوجهن ڪرتوتن کي وائکو ڪري ٿو تينن انهن اديبن ۽ شـاعرن کي بہ نٿو بخشي جيـڪي عـوام وٽ هوندي بہ غيـر عوامي ۽ عوام دشمن عمل، شوق ۽ شغل ڪندا آهن. ڪن ۽ گند ڪندا آهن منافڪيون ۽ مڪاريون ڪندا آهن جيئن دلبر عوامي ميڙن ۽ محفلن ۾ مشاعرن ۽ ڪچهرين ۾ ڳالهيون تہ عوامي ڪري پيو، شـاعري تہ عـوامي پڙهي پيو پر ڪاڏن جون فرمائشون رئيسن ۽ راجائن جهڙيون ڪري پيو.
مطلب تہ حميد سائين کي جيڪـو سچ محسوس ٿئي ٿو ان جي اظهار ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڪنجوسي ۽ مصحلت ڪونہ ٿو ڪري. ڪنهن بـہ قسم جو ڊپ ۽ خوف نٿو ڪري. سچ کي ظاهر ڪندي ذاتي تعلقاتن ۽ ذاتي مفادن جي پرواهہ نٿو ڪري. اهڙي طرح حـميد سنڌي پنهنجي ڪهاڻين وسـيلي ديس واسين کي دلبري ۽ دوستي جو درس ڏيندو رهي ٿو. پنهنجي لوڪ کي پنهنجي قـوم کي، پنهنجي انسـان کي، هڪ لوڪ سـچڻ ۽ سائيهہ - سگتي جي حيثيت ۾ سچ ۽ سونهن جو سبق ڏيندو رهي ٿـو پيـار جي پرچار ڪندو رهي ٿـو. تهـذيب ۽ تمدن جي تعليم ڏيندو رهي ٿو هوڻ بہ گهڻو ڪري تعليمي ادارن سان وابستہ رهڻ ڪري حميد سائين وٽ سکڻ سيکارڻ، سمجهڻ سمجهائڻ پروڙڻ ۽ پرچار ڪرڻ جي خوبي ۽ صلاحيت انداز ۽

اسٽائيل وڏيڪ نمايان ۽ نروار آهي. جيڪا هڪ اهم شيءِ آهي ڇا ڪاڻ ته ان خوبي ڪري سندس ڪهاڻين تحريرن ۽ تقريرن ۾ ڪنهن به قسم جي مايوسي، نا اميدي ڇڙو واڳي مقصدي ۽ اجائي هاءِ گهوڙا ڪونهي.

سائين حميد جي ڪهاڻين ۾ مونکي هڪ ڪوتاهي يا ڪوتڻ محسوس ٿئي ٿي ته هو پنهنجي پيغام ۾ استحصالي ادارن جهڙوڪ جاگير دارانه ۽ سرمائيدارانه نظامن کي ۽ انهن جي نمائندن کي هڪ ٿورو عوام ۽ وطن دشمن اداري نمائندي طور نٿو ڪٿي. انهن جي برائين ۽ چڱاين کي انفرادي طور تي پيش ڪري ٿو، جڏهن ته استحصالي ادارا ۽ انهن جا ايجنٽ هڪ سماج هڪ ديس ۾ ياهن دنيا ۾ اجتماعي طور برائين جا بنياد ۽ ذميوار آهن ۽ اهي اجتماعي برايون ۽ بدحاليون فقط ۽ فقط انهن استحصالي ادارن يا نظامن ۽ انهن جي نمائندن جي مڪمل خاتمي ڪانپوءِ ئي ختم ٿينديون. باقي فني طور حميد سنڌي مالا مال آهي ڪيس لکڻ جي پنهنجي منفرد اسٽائيل آهي سندس اظهار جو انداز متاثر ڪن آهي.

## حوالا ۽ مددي ڪتاب


(١) راڻا جي رجپوت. حميد سنڌي

(٢) اداس واديون. حميد سنڌي

(٣) سنڌي ادب جي مختصر تاريخ- ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي

(۴) روزنه آفتاب ٢٩. ڊسمبر ١٩٨٢

(٦) آرسي. ٢. ٽماهي حيدرآباد.

(٧) سنڌي ڪهاڻي جي اوسر. ڊاڪٽر شمش الدين عرسائي

(٨) ساماهي مهراڻ رسالا (ڪجهه)

ايس- سيواڻي

# شاهہ جي شاعري جو جمالياتي پهلو

دنيا ۾ جيڪا بہ هلچل ۽ تحريڪ جي فضا نظر اچي ٿي، ان جو بنياد جذبات آهن. جذبن جو واسطو انساني من سان هوندو آهي. غم، محبت ۽ نفرت جهڙا جذبا انساني من ۾ اڀرن ٿيندا آهن. گلاب جي خوشبوءِ سان ڪنهن جي روح کي تازگي ملي ٿي تہ اهو سڀ جذبن جو ڪمال آهي. اهي جذبا جڏهن بہ جنهن قوم مان ختم ٿيو وڃن ٿا تہ اها قوم جيئڻ جي حق کان محروم رهجي وڃي ٿي ۽ پنهنجي وجود کي برقرار رکڻ ۾ ناڪام رهي ٿي. صوفي مت جو بنياد بہ عشق آهي. "صوفي عشق کي زندگي ۾ سڀ ڪجهہ مڃيندا آهن. هنن جو اهو عقيدو آهي تہ عشق ئي سنسار ۾ سڀ کان وڏي آنند ڏيندڙ وٿ آهي،" (١)

انسان ۽ حيوان جي وچ ۾ جيڪو ليڪو ٻنهي جي جبلتن کي جدا ڪريٿو ۽ فضيلت ۽ بصيرت جو ڪارڻ بڻجي ٿو، اهو محبت جو ليڪو آهي. مسرتن جو معدوم ٿي وڃڻ محبتن کان ڪٽجي وڃڻ آهي. ڊارون کي بہ انهن جذبن جي پائمالي جو آخر ۾ احساس ٿيو آهي. (٢) امريڪا جي مشهور ماهر نفسيات پروفيسر جيمس، ڊارون جي انهي خيال کي سامهون رکي، ماڻهن کي شعر و شاعري لاءِ روزانو گهٽ ۾ گهٽ ڏهہ منٽ وقف ڪرڻ جو مشورو ڏي ٿو، (٢) ان مان ثابت ٿيو تہ سائنس ۽ فلسفي جي شاگردن جي جذبن ۾ هلچل پيدا ڪرڻ ۽ کين اخلاقي ۽ روحاني رسائي لاءِ ماديت جي ماندائي ۾، مسرتن جي وستي وسائڻ جو احساس ٿيو آهي.

دنيا جو ڪوبہ وڏو خيال، ڪابہ اعلي سوچ ۽ ڪو بہ وڏو ڪم تڏهن ني ٿي سگهي ٿو، جڏهن ان جا قدر عام هجن، مان ۽ تون جو چڪر نہ هجي، پاڻ مرادو ٿي پوي ۽ مٿانهن قدرن ۽ جذبن جو عڪاس هجي. رچرڊس (١٨٩٢ پروفيسر جماليات) جو خيال آهي تہ اهڙي ني خيالن مان جماليات جو هٿرادو ماندان پيدا ٿني ٿو ۽ جيڪو علم جي صلاحيت، حظ حاصل ڪرڻ جي صلاحيت ۽ خواهش جي صلاحيت پيدا ڪريٿو. (۴)

اهي عناصر احساس دنيا جي ويجهو نہ، تہ گهٽو پري بہ ڪونہ آهن. حظ حاصل ڪرڻ، خواهش جي تڪميل ۽ علم جي جستجو، گڏجي حسن جي تلاش ۾ سرگردان رهڻ وارن لاءِ هڪ محبوب مشغلو بڻجي پوي ٿو. انهي اصول تحت سڀ شاعر پنهنجي محبوب جي حسن جي تعريف واري عنوان کي، سينگاري سنواري پيش ڪندا رهيا آهن. لطيف پاري بہ پنهنجي پرين جي تعريف ڪني آهي.

ڪٿي نيڻ خمار مان، جان ڪيائون ناز نظر،
سورج شاخون جهڪيون، ڪوماڻو قمر،
تارا ڪتيون تانب ٿيا، ديکينـدي دلبر،
جهڪو ٿيو جوهر، جانب جي جمال سين،

آڏواڻي (ڪنيات: ١-٩)

ڪائنات حسين آهي. ان جو تعلق انساني ابدي زندگي سان آهي، دنيا جي هر ننڍي ۾ ننڍي شيءِ جو تعلق، زندگي جي حسين، پر ڪيف ۽ رعنائي سان پرپور اعلي هستي سان وجيو ملي ٿو، جنهن جو هو خود هڪ ذرو يا ايڪو هوندو آهي. اها نسبت ني حقيقت ۾ حسن جو سبب آهي. لطيف چويٿو:

ڪونهي ات ڪوهيار، جت تو پوري پائنيو،
پنڌم ڪر پهاڙ ڏي، وجودني وٿڪار.

(سسني آبري: ٢-٢)

جڏهن انسان پنهنجي وجود ۾ وڻڪار پسندو، تڏهن سندس زندگي حسين ۽ پر مسرت بڻجي پوندي. هنري فريڊرڪ امينل (١٨٢١-١٨٨١ع) لکي ٿو: " جهڙي طرح هڪ طاقتور برقي لهر، ذاتن کي چمڪدار بڻائي سگهي ٿي ۽ انهن شعلن جي رنگ سان ان جي جوهر کي ظاهر ڪري سگهي ٿي، اهڙي طرح پر زور زندگي ۽ ارفع خوشي هڪ نهايت ني سادي ماڻهو کي به حسين بڻائي سگهي ٿي. (٥)

سچي شاعر کي جڏهن به پيار جي لمس لڳي ٿي ته هو ان لمس جي ڪري، پاڻ ۾ اهي ته رنگينيون، دلفريبيون ۽ زيبائشون پيدا ڪريٿو جو ڏسندڙ ۽ پڙهندڙ عش عش ڪري اٿن ٿا. اهڙي حالت ۾ هو محبوب جي هر ادا کي پنهنجي من جي ودیا، روح جي رچنا ۽ سرير لاء سڳند سمجهي ٿو.

ڪهن تان ڪر لهن، ڪر لهن تان ڪهن
سيني ماء مهن، سيني راحت روح جي،
(ڪلياڻ: ٢-١٤)

جڏهن من ۾ ڪي مونجهارا ۽ الجهنون پيدا ٿين ٿيون ته هڪ اديب کي لکڻ جي ترغيب ملي ٿي. جيئن وصل جي خواهش، حظ حاصل ڪرڻ جي آرزو ڪو برو عمل ناهي. اها به انساني نفسيات مطابق هڪ الجهن آهي، جنهن جو جنسي آسودگي ني ازالو نه آهي. پر ان عمل ۾ پوتر تائي ۽ سچائي اولين ڪن آهي. لطيف سائين اهڙو اظهار ڪندي چوئيٿو:-

توڻي تواني، توء تنهنجو آسرو،
سڄڻ ڳر لائي، کيرون ڏينديس جيڏين.
(شاهوائي: سريراڳ: ٦-١٢)

نفسياتي طور تي ڪنهن به ويڳاڻاپ ۾ قائل فرد جي دلجوئي لاء، ان کي ڳلي لڳائڻ وارو عمل لطيف آڏو وڏي اهميت جو حامل آهي. هونء به ڪنهن ڏکايل جي دل وٺڻ ۽ ڏک دور ڪرڻ لاء، پنهنجاپ وارو رويو ڳر لائڻ سان ني ظاهر ٿئي ٿو.

مٿين بيت مان اجتماعي سوچ جو اظهار به ٿئي ٿو. اهو سچ به آهي تہ اجتماعي سوچ ۽ فطرت سان لڳاءُ فنڪار لاءِ اهڙا موقعا فراهم ڪن ٿا، جو هن کي پنهنجي رٺل راڻي جي ذهني ڪيفيت مطابق آيل تاءُ ۽ تڪبر بہ پيار ۽ قرب جا پيڪر نظر اچن ٿا ۽ جڏهن اهي احساس روح جو جزو بڻجن ٿا، تڏهن فنڪار ان ۾ حسن جون نيون ريکائون پسي، انهن جي روشني ۾ اڳتي وڌي ٿو. اهو عمل جيتوڻيڪ فنڪار جي اندروني احساس جو نتيجو آهي، پر ان ۾ بيروني مشاهدا ۽ نظارا بہ اظهار جي قوت کي تيز ڪن ٿا. شاعريءَ ۾ جڏهن اهي عناصر الفاظ معنائن جو روپ ڌاري لاشعور مان شعوري صورت ۾ ايندا آهن تہ انهن جو حسن نکري پوندو آهي. اهڙي ريت شيون جيڪي لاشعور ۾ مبهم هيون سي شعور ۾ اچڻ سان واضح ۽ نمايان ٿيو پون ٿيون.

لطيف سائين جو جمالياتي مشاهدو ۽ تجربو فڪر ۽ ذوق سان واسطو رکيٿو. هن ۾ مشاهدو صرف ڪتابن پڙهڻ ۽ ٻڌل ڳالهين تي مدار نٿو رکي، پر هو حقيقت جي تلاش ۾ هر ان ماڳ مڪان تي ويو آهي، جتي سندس عقل ۽ دانش، جذبي ۽ وجدان جي مورتگري لاءِ سامان نظر آيو آهي. لطيف سائين جي جمالياتي ذوق جي تسڪين جو مرڪز ڪير هو؟ ان سوال جو جواب ڏيندي ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکيٿو: "شاهه صاحب جو محبوب يقينا اهڙو آهي، جنهن جي جلوي سچ چنڊ جي سونهن کي جهڪو ڪري وڌو. شاهه صاحب جي ڪلام مان سندس محبوب کي مقرر ڪري بيهارڻ مشڪل آهي. محبوب جي سونهن جو ذڪر ڪندي الله جو قسم کڻي ٿو. تنهن جي معني الله تعالي کي هن بيت ۾ محبوب جي حيثيت ۾ نٿو آڻي.

سهسين سجن ايري، چوراسي چنڊن،
يا الله ري پرين، سڀ اونداهي پاڻيان،

خدا کان پوءِ رسول آهي تنهن ڪري پهريون هي اندازو لڳائجي ته پاڻ سڳورن ڏي اشارو آهي. اسين اهو به اندازو لڳائي سگهون ٿا ته ڪنهن ٻئي بزرگ يا درويش ڪي به هن پردي ۾ لڪل رکيو هجيس. اڳتي هلي، ڊاڪٽر جوٽيجي صاحب لطيف جي محبوب ڪي مجازي ڪوٺيو آهي، پر اهو به اشارو ڏنو اٿس ته ممڪن آهي ته رسول ڪريم صلعم جن جي اوصاف حميده ۽ پاڪ صورت بابت شاهه صاحب ائين چيو هجي. (٧) اهڙيون شخصيتون جيڪي بنا تفريق جي ڪنهن سماجي سوچ جو اظهار ڪن ٿيون، تن جي واکاڻ ڪرڻ هر ڏاهي ڪي سونهين ٿي.

جمالياتي ذوق ۽ آگهي، شاعر جي عمل ۽ احساس تي مدار رکي ٿي، جنهن جو اظهار هو پنهنجي شاعري جي ڪردار، تمثيلن ۽ علامتن ذريعي ڪري ٿو ۽ اظهار ايترو ته رنگين ۽ حسين ذوق جو ڀرپور سنگم ٿئي ٿو، جيتري شاعر جي ذهني ڪشمڪش ۽ اندروني ڪيفيت ۾ گرمي موجود هوندي آهي. لطيف سائين ۾ پيار جي شدت، سونهن جو راز رکڻ ۽ پرين جي حاصلات جي خواهش اتم درجي جي موجود آهي.

طالب ڪٺر، سونهن سر، اي رومي جي روءِ،
جنين ڏٺي جوءِ، تنين ڪڇيو ڪين ڪي.

(يمن ڪلياڻ: ٥-١٠)

مٿين بيت جي مناسبت سان وصل جي حصول ۽ ڳولا جي انهار جو راز، محبوب جو حسن آهي. جدائي جو خاتمو، وصل جي حصول جي سوال جي جواب جو مدار ڪنهن حد تائين انهي ڳالهه ۾ آهي ته انسان پنهنجي آزاد ۽ خودمختيار حيثيت ڪنهن حدتائين حاصل ڪئي آهي. جو ته مڪمل انفراديت به انسان کي مڪمل وصال ۾ ئي حاصل ٿيندي آهي. (٨)

مڪمل وصال مان مراد معرفت جو مقام به آهي، ته

زال ۽ مڙس جي سماجي خانگي زندگي بہ. پو تہ انھي مڪمل وصال سان جيڪا روح کي تازگي ۽ من کي سڪون مليٺو، تنهن گھڙين جي تاثر کي بيان ڪري ڪونہ سگھبو آهي. لطيف سائين بہ مٿين بيت ۾ ان مڪمل وصال جي گھڙين جي حظ کي بيان ڪرڻ کان قاصر آهي. چويٿو

"جنين ڏني جوءِ، تنين ڪڇيو ڪين ڪي"

اهو مڪمل وصال ئي انساني حرمت، سماجي سرشتي، خانداني جوڙجڪ ۽ اندروني توڙي بيروني خوشين جي ضمانت ڏي ٿو. ان جي حاصلات تي ڳالهائيندي زبير رانا لکي ٿو: "مڪمل وصال تہ تڏهن ممڪن آهي، جڏهن عشق جو رشتو سماجي بہ هجي، ذاتي بہ ۽ هڪ ٻئي ۾ ضم ٿيڻ وارن کي پنهنجي آزادي قائم رکڻ جي ضمانت ڏجي." (٩)

اهو عمل آزاد فضا ۾ روح کي سڪون ۽ شانتي ڏئي سگھي ٿو. لطيف اهڙو اظهار ڪيو آهي.

دوس پيهي در آيو، ٿيو ملڻ جو ساعيو،
ڏينهن پڄاڻون آئي اسان کي، موليٰ محب ملايو،
ويو وڇوڙو ٿيو ميلاپو، واحد واءُ ورايو،
هو جنهين جو ڏس ڏورانو، اوڏو اچ سو آيو،
عبداللطيف چئي، اڇي عجيبن پاڻ فضل فرمايو.

(يمن ڪلياڻ: ٢- وائي-١)

مطلب تہ جنهن بہ عمل ۾ عشق شامل نہ آهي، اهو ڪنهن بہ صورت ۾ نہ تہ جدائي ۽ تنهائي کي ختم ڪري سگھي ٿو ۽ نہ وصال ڪامل جي منزل تي پهچڻ جو رستو ڏيکاري سگھي ٿو.

## حوالا

١- گدواڻي پرسوجيبا رام (ڊاڪٽر) "شاھ جو شعر" سنڌي ٽائيمس، پبليڪشن الهاسن مگر ١٩٧٢ع. ص. ٢٧.

٢- سيد مسعود حسن رضوي: " هماري شاعري" نول كشور لكنو ١٩٤٤ع. ص-١٢ (دفعو چوٿون).
٣-______ ايضا ______ ص-١٣.
۴- بوهيو الهداد (ڊاڪٽر) "تنقيدون " سنڌالاجي ڄامشورو. ١٩٨٠ع ص. ١٧٧
٥- ناصر نصير احمد: "تاريخ جماليات" (جلدپهريو) مجلس ترقي ادب لاهور. ١٩٦٢ع ص- ٢٧٢.
٦- جوٺيجو عبدالجبار (ڊاڪٽر): " سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" سره ڪتاب حيدرآباد. ١٩٧٢ع ص. ۴٨.
٧-______ ايضا ______ ص.ص. ۴٨-۴٩.
٨- رانا زبير: " عشق ڪامار ڪسي تصور" ري پبلڪين بڪس لاهور. ١٩٨٩ع. ص- ١٨.
٩ ______ ايضا ______ ص- ٢٢.

ارشاد حسين سومرو

# شاهہ جي سرڪلياڻ ۾ جسماني عضون جو ذڪر

شاهہ عبداللطيف رحہ دنيا جو هڪ وڏو شاعر آهي. جنهن جي شاعري کي دنيا جي ٻين ٻولين ۾ پڻ ترجمو ڪيو ويو آهي. شاهہ رحہ جن جي شاعريءَ ۾ وطن دوستي، سنڌ سان محبت، سنڌ جا نظارا، سنڌ جا جانور، سنڌ جا پکي، سنڌ جي سمنڊ ۽ درياهہ جي پاڻيءَ ۾ ملندڙ سپن ۽ انهن مان ملندڙ موتين، قيمتي پٿرن، ميلن ملاکڙن، مارووڙن ۽ سندن جهوپڙن ۽ رهڻي ڪهڻي، جنگي اوزارن ۽ انقلاب، سڀني جو ذڪر آهي. مطلب تہ سنڌ ســـان لاڳاپيل هر شيءِ جو ذڪر موجود آهي. ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ شاهہ رحہ جن کي سنڌ ۽ سنڌي قوم سان وڏي محبت هئي. سنڌ جي باري ۾ ايڏي وڏي ڄاڻ شاهہ رحہ جن هڪ هنڌ ويهي حاصل نہ ڪئي پر انهيءَ لاءِ جهنگ جهر، سيلانين وانگر سير ۽ سفر ڪري حاصل ڪئي ۽ ماڻهن تائين پهچائي.

انهن سڀني شين کان علاوه شاهہ رحہ جن جي شاعري ۾ جسم جي مختلف عضون ۽ انهن ۾ ڦرندڙ گهرندڙ رتوبتن جو ذڪر پڻ ڪيل آهي. جهڙوڪ:

"تن مڃيو محمد ڪارڻي، قلب ساڻ لسان"

(سر ڪلياڻ داستان (١) بيت ٢)

هن بيت ۾ دل ۽ زبان جو ذڪر ڪيل آهي. اهڙي طرح ڪيترائي بيت آهن جن ۾ مختلف جسماني عضون جو ذڪر آهي. انهيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو تہ شاهہ رحہ جن کي انساني جسم جي باري ۾ بہ تمام گهڻي ڄاڻ هئي ۽ سندن عملن يا ڪمن ڪارين جي پڻ ڄاڻ هئي.

جيئن تہ منهنجو هي مضمون فقط سر ڪلياڻ ۾ جسماني عضون جي ذڪر تي مشتمل آهي، انهيءَ ڪري آءُ صرف انهيءَ سر جو ذڪر ڪندس باقي منهنجو ارادو اهو آهي

ته مان شاهه رحه جن جي شاعريءَ جي هر سر تي جدا جدا انهيءَ نقطه نگاهه کان لکان، سر ڪلياڻ ۾ جسماني عضون جو ڪيترن ئي بيتن ۾ ذڪر ڪيل آهي. جهڙوڪ:

سڪ نه ستا ڪڍهن، ويهي نه ووڙين،
ڪلهنئون ڪورين، عاشق عبداللطيف چئي،

(سر ڪلياڻ داستان (١) بيت ٥)

هن متين بيت ۾ ڪلهن جو ذڪر ڪيل آهي ۽ اهو واضع ڪيل آهي ته جيڪي ڏٺيءَ جي عشق ۾ ٻڌل آهن ته اهي پنهنجو سر ڪلهن کان ڪپرائي به ڇڏين ٿا.

وحده لاشريڪ له، ٻڌءِ نه ٻوڙا،
ڪم تو ڪنين نه سُنا، جي ڪهت اندر گهوڙا،

(سر ڪلياڻ داستان (١) بيت ٦)

هتي وري شاهه رحه جن، ڪنن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ڪنن جي ڪم جي وضاحت ڪئي آهي ته، ڪن ٻڌڻ جي ڪم ايندا آهن هڪ ٻوڙي مثل ماڻهوءَ کي خدا جي هڪ هجڻ جي نصيحت ڪندي ٻڌائي ٿو ته ان جو ڪو به مٽ ڪونهي ۽ جيڪي تنهنجي اندر منجهه هڪلون (پڪارون) آهن، سي تون ڪنن سان نٿو ٻڌين ڇا؟

هڪ ٻئي هنڌ سسي، ڏڙ، هٿن، ڪراين، آنگرين جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي:

سر ڊونڊيان، ڏڙ نه لهان، ڏڙ ڊونڊيان سر ناهه،
هٿ، ڪرايون، آنگريون، ويا ڪپجي ڪانهه،

(سر ڪلياڻ داستان (١) بيت ٩)

هن بيت ۾ سر ۽ ڏڙ، هٿن، ڪراين ۽ آنگرين جو ذڪر آهي ۽ اهو پڻ واضع آهي ته سر جو ڏڙ سان ۽ هٿن، ڪراين ۽ آنگرين جو هڪ ٻئي سان تمام گهرو تعلق آهي، ڇو ته سر جو ڏڙ سان ۽ آنگرين جو هٿن ۽ ڪراين سان گهرو لاڳاپو آهي. ساڳي سر ڪلياڻ ۾ ٻيا به ڪيترائي بيت آهن جن ۾ هٿن ۽ سر جو ذڪر آهي:

سڀ ڪا پريان ڪون پرچي،
نينهن نيڻن، گڻ ڳالهه وو،
(سر ڪلياڻ داستان (١) بيت ١٢ واني)
داستان (٢) بيت ٢.

هن بيت ۾ شاهه رحه جن اکين جو ذڪر ڪيو آهي ته نينهن جو گڻ اکين مان ئي ايري ٿو، جيڪو هر نينهن لڳائيندڙ پنهنجو پاڻ ۾ سانديي ٿو. تنهنڪري اينئن چوڻ غلط نه ٿيندو ته شاهه رحه جن کي اکين جي اهميت جي خبر هني. انهيءَ ئي اهميت کي پنهنجي نظر ۾ رکندي هنن انهن جي ڪمن کي بيان ڪيو آهي. فقط نينهن جي معاملي ۾ اکين جو ڪم ڪونه آهي پر هر شيءِ جيڪا موجود آهي ۽ اسان کي نظر اچي ٿي سا اکين سان ئي ڏسي سگهون ٿا ۽ خوبصورتيءَ جو اندازو لڳايون ٿا. توهان پاڻ اندازو لڳائي سگهو ٿا ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو اکين کان معذور هوندو آهي ته، هن لاءِ هيءَ دنيا اونداهي غار وانگر هوندي آهي.

هڪ هنڌ تي هڪ بيت ۾ شاهه رحه جن فرمائن ٿا ته:
انڌا اونڌا ويچ، ڪل ڪجاڙيا ڪانئين؟
اسان ڏکي ڏيل ۾، تون پيارئين پيچ!
(سر ڪلياڻ داستان (٢) بيت ٢)

هن بيت ۾ جسم (ڏيل) ۽ چمڙي جو ذڪر آهي، هن بيت ۾ شاهه رحه جن انڌي طبيب کان شڪايت ڪندي چون ٿا ته:اي طبيب منهنجي کل کي چوٿو ڏنپ ڏين ۽ ان کي چو ٿو جلائين. جڏهن ته منهنجو اڳ۾ ئي جسم جُهريل آهي. هن بيت ۾ هڪ مريض جي کل کي ڏنپڻ جي احساس کي ظاهر ڪيو ويو آهي. جيئن ته کل جسم جي ٻاهرين چادر آهي ۽ مختلف بيمارين کان بچاءَ جي ڪم ايندي آهي. جيڪڏهن ان کي ڏنپ ايندو ماڻهو ان کي محسوس به ڪندو ۽ ان جي ڪري جيڪو زخم ٿيندو ته ان جي ذريعي ڪيترين ئي بيماريون پيدا ڪندڙ جراثيم جسم جي اندر داخل ٿي سگهن ٿا ۽ بيماري پيدا ڪري سگهن ٿا. ڏنپ واري انهيءَ احساس کي ائين ئي بيان ڪيو آهي. ان مان ظاهر ٿيو ته شاهه رحه صاحب جن اهڙن ڏنين کان ۽

انهن جي، نقصانن کان واقف هنا ۽ انهن کان منع ڪن ٿا.
هڪ ٻني جاءِ تي شاهه رحه جن جسم جي ماس (گوشت) جو ذڪر ڪندي ان کي ڪجهه هن طريقي سان بيان ڪيو آهي ته:

سيخن ماهه پچاءِ، جي نالو ڳيڙءِ نينهن جو،

(سر ڪلياڻ داستان (٢) بيت ٦ ۽ ١٦)

جنن ته اهو ظاهر آهي ته انسان جو جسم گوشت (ماهه) ۽ هڏن جو ٺهيل آهي، جنهن ۾ گوشت هڏي جي نسبت ۾ نرم ۽ جلدي پچڻ ۽ ڳرڻ وارو آهي. تنهنڪري سائين رحه جن گوشت جو ذڪر ان نموني ڪيو آهي ته جيڪڏهن نينهن جو نالو ڪنيو اٿني ته پوءِ پنهنجي ماس کي سيخن ۾ پچاءِ:

پيتي جنهن پاسي ٿني، منجهان رڳن روح،

(سرڪلياڻ داستان ٢) بيت ١٤)
داستان (٢) بيت ٣ ۽ ۴

هن بيت ۾ سائين جن رڳن جو ذڪر ڪيو آهي. رڳون اسان جي ڪل جي اندر ٿين ٿيون، جن ۾ رت وهندي آهي ۽ هڪ عضوي کان ٻني عضوي تائين پهچندي آهي. ان مان رڳن جو ڪم واضع ٿني ٿو. رڳن جا ٻه وڏا قسم آهن هڪڙيون آهن شريانيون ۽ ٻيون آهن نسون، تنتي سرشتي جون به رڳون ٿينديون آهن، جن جي ذريعي اسان ڪنهن به قسم جي ڇهاءَ کي محسوس ڪري سگهندا آهيون. شاهه رحه صاحب جن هتي رڳن مان ساهه نڪرڻ جو ذڪر ڪندي فرمائن ٿا ته، جيڪڏهن توکي نينهن جو مزو ماڻڻو آهي ته، پهريون پنهنجي سسي لاهي محبوب جي هٽ تي رک ۽ پوءِ ان جو سو سواد وٺ.
هڏن جو ذڪر ڪندي شاهه رحه جن فرمائن ٿا ته:

هيءُ هڏ ۽ چم، پڪ پريان جي نه پڙي،

(سر ڪلياڻ داستان ٢ بيت ١٧)

هن بيت ۾ شاهه رحه جن هڏن ۽ چمڙيءَ جو ذڪر ڪيو آهي. جيئنن ته مان اڳهه ني ذڪر ڪري آيو آهيان ته جسم هڏن ۽ گوشت جو ٺهيل آهي. جن ۾ هڏا سخت ۽ گوشت نرم هوندو آهي. جسم جي بيهڪ پڻ هڏن تي دارو مدار رکي ٿي.
وات جو ذڪر ڪندي شاهه رحه جن فرمائن ٿا ته:

هٿ ڪاتي ڳڙ وات، پڇڻ پر پرينءَ جي،

(سرڪلياڻ داستان (٣) بيت ٩)

هتي سائين رحه جن وات جي اهميت کي واضع ڪيو آهي ۽ اسان کي خبر آهي ته وات، ڪائڻ پيئڻ، ڳالهائڻ ۽ ساهه کڻڻ ۽ ڪيڻ جي ڪم ايندو آهي ۽ اهي سيئي عمل اسان جي زندگيءَ لاءِ اهم ترين آهن. تنهنڪري سائينءَ رحه جن انهيءَ جو ذڪر ڪندي ڳڙ جي وات ۾ هجڻ کي واضح ۽ هٿ ۾ ڪاتي کي بيان ڪيو آهي.

سڄي جسم جو ذڪر ڪندي شاهه سائين جن فرمائن ٿا ته:

ٿيندو تن طبيب، دارون منهنجي درد جو.

(سر ڪلياڻ داستان ٢ وائي)

هتي شاهه سائينءَ جن سڄي بدن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ پرينءَ کي پنهنجي دردن جو شافي ۽ آزارن جو دارون ڏيندڙ مڃيو آهي. پورو جسم مختلف عضون تي مشتمل آهي ۽ هر هڪ جو پنهنجو پنهنجو ڪم آهي.

انهيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو ته شاهه رحه جن کي انساني جسم جي هر عضوي جي چڱي ڄاڻ هئي ۽ انهن جي ڪمن ڪارن جي به چڱي خبر هئي.

- **حوالا ۽ مددي ڪتاب**

(١) شاه جو رسالو- ڪلياڻ آڏواڻي
(٢) شاهه جو رسالو- گربخشاڻي



ھِتان ڪٿي ھُت، جن رکيو سي رَسيون
ساڄن، سونھن، سُرت، وِڪان ني ويجھو گھڻو.
- شاھ سائين




سنڌي شعبو
شاھ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور سنڌ



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورھ ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990 ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021 ع

برھ منجهارا بوند (شاعري) 2022 ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

